# ڳول اڙي دل ڳول

[شاعري]

مولابخش دلواڻي




ڇپائيندڙ
شاهہ لطيف اڪيڊمي عمرڪوٽ

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | ڳول اڙي دل ڳول |
| شاعر | : | مولابخش دلواڻي |
| موضوع | : | شاعري |
| ڇاپو | : | پهريون- مئي 2009 |
| تعداد | : | 500 سئو |
| ٽائيٽل ڊزائن | : | مور ساگر |
| ڪمپوزنگ | : | ڪنور لال ۽ قائم پيپل |
| پيسٽنگ | : | سهيل سلام پتو |
| ڇپائيندڙ | : | شاهه لطيف اڪيڊمي عمرڪوٽ |
| ڇپيندڙ | : | الرزاق پرنٽنگ ايجنسي، رابعه اسڪوائر حيدرچوڪ حيدرآباد 03332634650 |

قيمت 150 سئو روپيه

# اداري پاران

اسان جي اها ڪوشش رهي آهي ته اسان پنهنجي ٻولي جي شاعرن اديبن ۽ سگهڙن جي قلمي پورهئي کي عام پڙهندڙن تائين پهچائڻ لاءِ ڪو اهم ڪردار ادا ڪري سگهون. ان لاءِ اسان 2007ع ۾ شاهه لطيف اڪيڊمي عمرڪوٽ جو بنياد وڌوسين شاعري، تاريخ ۽ لطيفيات جهڙن موضعن تي ڪتاب آڻڻ لاءِ تياريون ڪري رهيا آهيون هن کان اڳ ۾ اسان سنڌ جي نوجوان شاعر خطائي ٽيڀو جو ڪتاب ”سانجهه جي هنج ۾“ جيڪو مڪمل غزل جي صنف تي مشتمل آهي اوهان تائين پهچائي چڪا آهيون. انهي کان پوءِ اسان عمرڪوٽ جي ناري پٽ جي مشهور شاعر شهيد مولابخش دلواڻي جو هي ڪتاب ”ڳول اڙي دل ڳول“ اوهان جي هٿن تائين پهچائي رهيا آهيون. جنهن ۾ شهيد مولابخش غزل، نظم، گيت، ڪافيون ۽ وايون لکيون آهن. اسان اهو اوهان پڙهندڙن تي ڇڏيون ٿا ته هو ان سان ڪيترو نياءُ ۾ ڪامياب ويو آهي شال اسان جي هي ننڍڙي ڪوشش پڙهندڙن کي قبول پوي.

**لالهه سنگهه سوڍو**

سرپرست

شاهه لطيف اڪيڊمي

عمرڪوٽ

Mob# 0333-2644196

# شاعر جي فرزند پاران

منهنجي دلي خواهش هئي ته بابا جي لکيل شاعري کي ڪتابي شڪل ڏيان، آئون هڪ دفعي بابا سان گڏ ويٺو هئس ته چيائون "مرتضيٰ پٽ آئون هيءَ پنهنجي ملڪيت يعني شاعري تنهنجي حوالي ڪريان ٿو هي منهنجي شاعري تنهنجي لاءِ تحفو ۽ سوکڙي نه پر ميراث آهي" پر ان جي اِبتڙ ته اها وارثي ته مون کي نصيت ٿي پر آئون شاعر ٿي نه سگهيس، 5 مئي 2003 تي سنڌي ادبي سنگت شاخ عمرڪوٽ پاران بابا جي دوست خطائي ٽيڀو ۽ دوستن بابا جي پنجين ورسي تائون ڪاميٽي هال ۾ ملهائي هئي، جنهن جي صدارت سنڌي ٻولي جي ٻاليواري شاعر سائينداد ساند ڪئي هئي، تڏهن ڪان ئي مون اهو پڪو پهه ڪيو هو ته هڪ نه هڪ ڏينهن بابا جي شاعري جو ڪتاب ضرور ڇپرائيندس ته هيءُ ڪتاب "گوڙ اڙي دل گوڙ" اوهان جي هٿن ۾ آهي، آئون خاص طور تي محترم نصير مرزا ڊاڪٽر ذوالفقار سيال، يوسف سنڌي، ماڪن شاهه رضوي، گلشن دفا رتي خطائي ٽيڀو، مير غلام الله خان ٽالپر، چاچا قادر بخش خيالي جن بابا جي شخصيت ۽ شاعري بابت پنهنجي راءِ ڏني آهي جڏهن ته آئون لال سنگهه سوڍو سرپرست شاهه لطيف اڪيڊمي عمرڪوٽ جن جو انتهائي ٿورائتو آهيان جن هي ڪتاب پنهنجي اڪيڊمي طرفان سونهاري ۽ سڌاري توهان تائين پهچائڻ ۾ منهنجو ساٿ ڏنو آهي آئون انهي ڪان علاوه پنهنجي ڀائرن منير حسين دلواڻي، مجيب رحمان دلواڻي، عبدالواحد دلواڻي، اعجاز علي دلواڻي ۽ پنهنجي وڏڙن شمشير علي دلواڻي، استاد نادر علي دلواڻي، محمد بخش دلواڻي، منظور حسين ڀٽي، محمد پلي، خادم حسين دلواڻي ۽ ارشاد علي دلواڻي جو انتهائي ٿورائتو آهيان جن هي مواد گڏ ڪرڻ ۾ منهنجي مدد پڻ ڪئي آهي بابا جي ڪتاب "گوڙ اڙي دل گوڙ" ۾ ڪجهه شاعري جا اسر ڏنا اٿئون جڏهن ته اڃا ڪافي سارو مواد اڻ ڇپيل صورت ۾ اسان وٽ محفوظ آهي پڙهندڙن پاران مانائتي موٽ ملي ته ضرور ڇپرائبو.

---

غلام مرتضيٰ دلواڻي (ڳوٺ خدا بخش دلواڻي ضلعو عمرڪوٽ 0301-2485897 #Mob)

# مهاڳ

ضلعي عمرڪوٽ جي مردم خير مٽيءَ جي ڳوٺ خدابخش دلواڻي کي اها سعادت نصيب آهي تہ هن ڳوٺ جو هر ٻيو ماڻهو شاعر آهي. ٿرٽيل جي پڇڙي جي ديهہ ڪنر جي هن ڳوٺاڻن جي پيٽ گذر جو ذريعو فقط زراعت ئي آهي. ناري جي نوابيءَ جا ڏينهن بہ انهن لاءِ ڪالهہ ڪالهوڻو آهن، پلا گهوڙا، ڍڳا، پالڻ ۽ بوسڪيءَ جا لٽا ڍڪي هلڻ ۽ ميلن ملاکڙن جا شوقين، ڪچهرين جا ڪوڏيا، اوتارن جا خان حڪومت جي سنڌ دشمن پاليسين سبب صفا پٽ پئجي ويا نہ اهي ناري پٽ جون زرخيز زمينون رهيون نہ وري اهي ناريءَ جي نوابن جا اوج رهيا سندن ٻنيون ٻارا خشڪ ساليءَ جو شڪار ٿيڻ لڳا. سندن ڪيترائي نوجوان ڪراچي، حيدرآباد کان علاوه سنڌ جي پاڻي واري علائقن ۾ پرائيوٽ نوڪريون ڪرڻ لڳا. ڳوٺ خدابخش دلواڻي جي نبي بخش دلواڻي مرحوم، فيض محمد دلواڻي مرحوم، قادربخش خيالي، غلام عباس دلواڻي، ذوالفقار علي ظاهر کان علاوه ڪيترائي نوجوان شعر لکندي نظر اچن ٿا.

پر شهيد مولابخش دلواڻي هڪ ساده طبيعت انسان، صلع پسند ۽ محبتي ماڻهو هو. هونءَ بہ چوندا آهن تہ "شاعر برائي کي روڪڻ ۽ نيڪيءَ کي پکيڙيندڙ هوندا آهن" هر ڏاڍ ۽ اره زورائي کي ننڊڻ سندن اولين فرض ۾ شامل هوندو آهي. پنهنجي وطن ۾ رهندي وطن سان دشمنيءَ رهبريءَ جي روپ ڪندڙ ڏرين کي هيءَ صلاح ڏي ٿو تہ

> جيڪي لکي سگهي سو ديس لاءِ لکجي،
> بي سود مولابخش ٻي شاعري نہ گهرجي،

هو پنهنجي ڌرتيءَ سان بي پناهہ محبت پنهنجي سيني ۾ رکڻ وارو ماڻهو آهي تڏهن تہ هو پنهنجي شاعري ۾ هئين بہ چئي ويهي ٿو.

> جت مرد بہ اهڙا، مرد هجن جي مرندي مورنہ مات مڃين،
> تن دولهہ دودي پارن جو شل ديس سداآباد هجي.

جتي سندس شاعري ۾ پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ اهڙا دعائيہ شعر ملن ٿا تہ اُتي هو پنهنجي حقيقي مالڪ جيءَ درتي ائين ٻڌائيندي نظر اچي ٿو.

> رحم ڪر رحمان تون، بس لوڪ سارا ويا ڇڏي،
> هيڪلو ٿي آهي دل، مون هاڻ هاري يا خدا.

ان کان علاوه مولابخش انهيءَ ڪلاسيفڪيشن واري سماج ۾ مايا جي موهه ۾ غرق ماڻهو کي اهو ڏس به ڏيندي نظر اچي ٿو ته

جيڪا فخر وڏائي مغرور جا بنائي
انسان لاءِ اهڙي دولت چڱي نه آهي

مولابخش جي شاعري ۾ جتي غزل احساسن سان ٽمتار آهي اُتي سندس نظم به پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

ڪو ڪٿينءَ ڪٿي، ڪو ڪيئن ڪٿي،
هي دنيا آهي ڏينهن ٻه ٽي!

ان کان علاوه ڪافيءَ جو هڪ پنهنجو لب و لهجو آهي. جنهن سان مولابخش ڀرپور نڀائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيئن سندس ڪافين جا ٽُلهه آهن ته،

تنهن جي تات لڳم لات، ڏينهان رات روئان ٿو،
هلي آءُ گلي لاءِ، تنهنجي ساهُ سڪان ٿو.

لڳم ٻاروچو پاڻ جيڏيون،
گهر نه گهاريندس هاڻ جيڏيون.

اصل کان اهائي هئي تات تاري،
اسان تنهن هاري حياتي گذاري.

جڏهن ته سندس جي گيت جو هڪ خوبصورت انداز آهي

مهلُ ڪهلو "مولابخش"

هل چڏ تال متول، ڳول اڙي دل ڳول.

مولابخش جو هيءَ شعري مجموعو "ڳول اڙي ڳول" هنڪ ٿي وقت خوفِ خدا، ڏرتيءَ سان محبت ڪنهن تلاش يا ڳولا سان ڀرپور آهي جيڪا ڳولا ڪنهن تبديلي جو سڏ يا واڪو آهي اسان جي سندس ٿي

منهنجي گيت غزل جي رهندي،
ساري سنڌ اندر سرهاڻ

سڄڻ ۾ دعا آهي ته پاڻ پنهنجي ان حقيقي جهان ۾ شال آسودو ٿي سگهيو رهي.

---

خطائي ٽيپو/ ٻودر فارم عمرڪوٽ (Mob; 0307-3188178)

# اڃا تہ يادن ۾ گم ٿي وڃون

محترم مولابخش دلواڻي بلوچ جي شاعري جي ڪتاب ڇيڇڻ جي مونکان وڌيڪ خوشي شايد ڪنهن کي بہ نہ ٿي هوندي. هڪ غيرت مند بلوچ محبت ڪندڙ انسان دوست بهترين شاعري جي خالق تي لکڻ لاءِ چيو ويو آهي قلم حيران ۽ دماغ بي ربط ٿي پيو آهي تہ ڪٿان کان شروع ڪيان ۽ ڪٿي ختم ڪيان، رئيس مولابخش دلواڻي ۽ ان جا ٻئي ڀائر محترم رئيس فيض محمد خان دلواڻي بلوچ محترم رئيس قادر بخش خان دلواڻي تخلص خيالي ٿئي ڀاءَ انجو اولاد رئيس منير خان دلواڻي بلوچ، رئيس غلام مرتضيٰ خان دلواڻي بلوچ، پنهنجي ملنسار مزاج سبب عجيب ونجيب شخصيت جا مالڪ آهن، مونسان سندس واسطو رشتو ۽ تعلق ابد کان ازل تڪ آهي ۽ رهندو.

تعريف ۽ واکاڻ ۽ وصف پٿرن جي ڪبي آهي هيرن تي ڇا لکجي هيرا تہ بس هيرائي هوندا آهن. هو پنهنجي وصف پاڻ آهن. رئيس خدا بخش خان دلواڻي بلوچ جي ڳوٺ جو هڪ هڪ فرد پيار محبت خلوص جي هڪ داستان آهي. مان نالا لکڻ ويهان تہ پوءِ شعر ڏيڻ جي ڪتاب ۾ گنجائش ئي نہ رهندي هڪ ڳرو ڪتاب ٿي پوندو، بلوچن جو مونسان تاريخي ناتو آهي منهنجي والد الحاج مير احمد خان ٽالپر شهيد جي زماني ۾ دلواڻي بلوچن جو سڄو پاڙو مير صاحب وڏي جي محبت ۽ عشق ۾ قابو هئو. جڏهن مان تعليم کان فارغ ٿي. گهوڙن جي شوق ۾ اتي اچڻ وڃڻ لڳس تہ محترم رئيس جام خان دلواڻي بلوچ، محترم رئيس احمد خان دلواڻي بلوچ، محترم رئيس فيض محمد خان دلواڻي بلوچ، محترم رئيس قادر بخش خان دلواڻي بلوچ، محترم رئيس مولابخش خان دلواڻي بلوچ، محترم رئيس ابراهيم خان دلواڻي بلوچ، محترم رئيس لڪانو خان دلواڻي بلوچ ۽ انهن جا نوجوان رئيسن مونکي بہ پنهنجي محبت جي چار ۾ اهڙو تہ قابو ڪيو جو پيار ۽ محبت جو اهو پيچ در پيچ قابو ٿيندو رهي ٿو.

رئيسن مان ڪيترا هن ڄهان فاني کي خيرآباد ڪري ويا آهن مگر مان انهن کي بہ مرحوم يا فوت ٿيل نہ پيو لکان ڇو تہ اهي املهہ منهنجي دل دماغ ۾ اڄ بہ مونسان ملن ۽ ڪلن پيا. منهنجي ڪيترين بهترين يادن مان هڪ انهن جي ياد بہ آهي. بس رئيس مولابخش خان دلواڻي بلوچ بہ انهي گهراڻي جو لائق ۽ فائق فرد هو. جيڪو مون سان بي حد پيار ڪندو هو. مونکي خط بہ شاعري ۾ لکندو هو. سچو سچو ڏينهن روح رهاڻ ڪندو هو. اگر هيئن چئجي تہ هو مونتي عاشق هو مان هن تي عاشق هئس تہ بي جا نہ ٿيندو.

مونکي لکندي افسوس ٿئي ٿو تہ هو اڄ اسان ۾ ناهي. ليڪن سندس يادون سندس شعر سندس محبتون ڪلٽيون ملٽيون، روح ۾ اڄان تڪ آهن ۽ هميشہ رهنديون سندس شاعريءَ جو مان ڪهڙو حوالو ڏيان. سڄو ڪتاب توهانجي اڳيان آهي، هو ڪيڏي نہ بلند پايي جو شاعر آهي. عمرڪوٽ جي بس گردائي ۾ جتي پاڻي جي ڪوٽ آهي. انسان ۽ حيوان پياس ۾ تڙپن پيا هي ماڻهون پنهنجي شاعري سان پياسن جي پياس ۽ اڄ اڃهائڻ لاءِ شعرن جي رم جهم برسات برسائيندو رهيو. ٿر جي بي آب وگياهہ واري جي ڪٽن کي هيرن جيئن چمڪائيندو رهيو ۽ ڪونئٽي روهيڙي ۽ ڪرڙن ۽ پيرن جي گلن کي مهڪائيندو 05 مئي 1998ع بروز سومر تي ديناگاڻ ويجهو چورن سان مهاڏو اٽڪائيندي شهادت جو شرف ماڻي کي يادون ڇڏي هن جهان مان هليو ويو آهي. اسان کي محبت ۽ انسانيت جو درس ڏئي ٽڌي هير وانگي گذري ويو آهي. جنهن ماڻهون جي شخصيت ايتري مٺي آهي انجي شاعري بہ اوتري مٺي هوندي اچو تہ شعر پڙهون ۽ هڪ فرشتہ نما انسان جي يادن ۾ گم ٿي وڃون.

دعاگو

مير غلام الله خان ٽالپر
مورجهنگو فارم ڪنري، ضلع عمرڪوٽ
فون 0300-3296969

# دنيا آهي ڏينهن ٻه ٽي

انهي الله جي حمد جڳائي ٿي جنهن انسانن جي دنيا ۽ آخرت سڌارڻ لاءِ هادي ۽ رهنما موڪليا جن جي وسيلي انسان علم ۽ هنر سان ڇا نہ ڪمال ڪيا آهن. ڪاني ڪانهن قلم سان سيڪاريو ستار، جنهن جي سُڌ نہ هيئن سار، سو سمجهايائين ماڻهيئن.

اسان جي سنڌ سڀاجهي جا ماڻهو اڪثر ڪري نرم دل ۽ هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ ۽ مهمان نوازي ۽ عفو يعني ڏوهہ کي بخش ڪرڻ اڪثر انهن جو شيوو هو ۽ اڃان بہ ڪجهہ آهن انهن کان علاوهِ مهراڻي جا اولياءِ ۽ فقير فقراء مشهور آهن. "جنهن جي پاڙ نرم تنهن ۾ ٽاريون ڪثرت سان ٿين ٿيون" (نهج البلغ) انهي لحاظ سان مولابخش بہ هڪ مهراڻي جو فرد هو. مولابخش ولد غلام حسين ولد خدابخش دلواڻي جنهن تروٽ (Tarot) جي زماني ۾ موجوده ڳوٺ جو بنياد رکيو. ٽرواهہ جي ڪوٽائڻ ۽ واٽر ڪورس کڏائڻ جو ڪم بسندس حوالي هوندو هو ۽ هو پڙهيو لکيو ۽ انصاف پسند شعر گوئي ڪرڻ جو بہ شوقين هو مولابخش کي بہ شاعري ورثي ملي. سندس چاچي علي خان کي اڪثر ماڻهو چوندا هئا تہ علي خان شعر چئو تہ برسات اچي ۽ هو جڏهن شعر چوندو هو تہ برسات اچي ويندي هئي. مولابخش بہ پنهنجن بزرگن وانگر نرم دل ۽ هٺ جو سخي ۽ غريبن سان محبت ۽ ڏاڍن کي سچ چوڻ وارو هوندو هيو هو پنهنجي هڪ شعر ۾ چئي ٿو تہ

اسان صوفي صفا سادا، صلح سڀ ساڻ چاهيون ٿا،  
اچي احمق عدوئن جي عداوت ۾ اڙيا آهيون.

مچن مولابخش منهنجي مخالف سادگي پڻ پيا،  
وڙهيا ناحق اسان سان ڪي، اسين پوءِ پي مڙيا آهيون.

اسان مرده پرست قوم آهيون جيڪي پنهنجي هيرن جو جيئري قدر نہ ڪندا آهيون،

اي سنڌڙي تنهنجي ڌرتي جي هي ماڻهن مونکي ڏان ڏنا،  
ڪنهن ساهُ جي عيوض سور ڏنا  
ڪنهن پيار جي عيوض پورڏنا، مون سڀ کي مرڪي مان ڏنا.

مولابخش کي مون وڏي ڀاءُ جي حيثيت ۾ 1968ع ڌاري پڙهڻ جي صلاح ڏني پنج درجا پڙهيل هو هن وڌيڪ پڙهڻ لاءِ منهنجي صلاح خوشي سان قبول ڪئي ڪنري جي هاءِ اسڪول ۾ 9 درجي لاءِ داخلا ورتائين جتان مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ گريجوئيٽ ڪيائين سندس ڪنهن دوست صلاح ڏني ته نوڪري وٺ پنهنجي چمار پئي وڏي ٿئي ڪا نه ڪا نوڪري ڪري پوءِ ڪٽي ڇڏي ڏجان شهيد ذوالفقار ڀٽو جي دور ۾ پاڻ سنڌ پوليس ۾ ڪانسٽيبل جي پوسٽ لاءِ درخواست ڏني ۽ سندس تعليمي لياقتن کي مدنظر رکندي بالا آفيسرن انصاف ڪري هن کي هيڊ ڪانسٽيبل جي پوسٽ لاءِ چونڊيو پر هي بسترو ڪڻڻ جي بهاني سان گهر آيو ۽ مونکي ماجرا ٻڌائي چيائين ته نوڪري نوڪري آهي ان ڪري آئو نوڪري ڪرڻ ڪو نه ويندس. اسان ۾ گوناگا ڪچهرين جا شوقين اوطاق پري پئي هوندي هئي سڄي رات صوفيانه راڳ جي محفل متل هوندي هئي. پوءِ مولابخش کي ٻه اچي شعر جو شوق ٿيو. پڙهيو لکيو اڳي هو حاضر جواب جو تمام تکو هوندو هو.

ڏک يا سک ۾ سدائين کلمک هوندو هو. هن شعر لکڻ ۾ ڏاڍي ترقي ڪئي سنڌ جا شعر ۽ انقلابي شعر گهڻو پسند ڪندو هو ۽ لکندو هو.

هن غزل، ڪافيون، مداحون، مولود، مناجاتون، بيت دوها، ٽيڙو نظم، گيت کان علاوه مشرقي ۽ مغربي عاقلن جا قول ۽ هڪ خاڪو اورنگزيب ۽ نورجهان جو لکيو آهي جيڪو سئو کن صفحن تي مشتمل آهي ٻيو هن تاريخي فوجين جو انقلاب آڻڻ يحيٰ جي دور تائين سڀ تاريخي حوالا درج ڪيل اٿس سندس نوٽ آهي ته ڪڏهن ماڻهو مونکي تاريخ نواز چو نه چون!.

ڪو ڪٽين ڪٽي ڪو ڪٽين ڪٽي، هي دنيا آهي ڏينهن ٻه ٽي

ڏينهن دنيا جا آهن ڏون، ۽ رهندي وڃي ذات ڌڻي تعاليٰ جي باقي ٻيو سڀ ختم ٿيڻو آهي

قادر بخش خيالي

ڳوٺ خدا بخش دلواڻي ضلعو عمرڪوٽ

# حمد (باري تعاليٰ)

نہ ڪي آهي والد، نہ ڪنهن جو ولد آ،
يڪي سر يگانو، اهو ئي احد آ.

1

سڄي پرٿي پاڻ پالي سنڀالي،
نہ پيو ڪو شريڪ آ نہ ٻيءَ جي مدد آ.

2

آهي وحده لاشريڪ لہ،
وڏي ڪان وڏو يار واحدُ وحد آ.

3

رهي جيڪو حب الوريد ملي سنو،
اسان جي اهائي جدوجهد آ.

4

مولابخش محبت مولي جي موهيو،
اسان جو ورد هڪ انهي جي حمد آ.

## مناجات

دانهن سڻ دلگير جي درد واري يا خدا،
حال هيڻي جي حقيقت سڄ ساري يا خدا،
عيب ۽ عصيان منهنجا بخش باري يا خدا،
مڃ مهابي مصطفيٰ جي منهنجي ذاري يا خدا.

1

حال هيڻا حاجتون سئو حال تي ڪو پال ڪر،
ملڪ والي ڇڏ نه خالي سائين پورا سوال ڪر،
خير جي خيرات سان ڏي خوشي خوشحال ڪر،
غم ويا گهيري اٿم ڪر غمگساري يا خدا.

2

مهر ڪر مالڪ نه مون مخلوق جو محتاج ڪر،
هٿ ٻڌي حاجون گهران تو هاڻ پوري حاج ڪر،
سوال هي پورو سندم صدقي نبين سرتاج ڪر،
تون سخي سلطان تودر مان بڪياري يا خدا.

3

لطف تو ڪان اڄ لنگهي جئين لڪ ليلايو تو پنان،
روز رويو رازق پانڌ پايو تو پنان،
ڪرم ڪر تون ڪرم قادر ڪنڌ نايو تو پنان،
اڄ اڪهائي ڪا التجا ۽ عرضداري يا خدا.

4

ترت تنگي مان ڇڏا تون تنگ دستي تنگ ڪيو،
عرض ۾ آزي اڳها تون تنگ دستي تنگ ڪيو،
مج مهابي مصطفيٰ تون تنگ دستي تنگ ڪيو،
لاهه تون لحظي اندر لطفئون لاچاري يا خدا.

5

تون سهارو ئي سندم اڄ بيا سهارا ويا ڇڏي،
منهن مٽي مشڪل مهل پنهنجا پيارا ويا ڇڏي،
رحم ڪر رحمان تون بس لوڪ سارا ويا ڇڏي،
هيڪلو ٿي آهي دل مون هاڻ هاري يا خدا.

6

آئون اوکي ۾ اڙيس الله تون آڌار ڏي،
پال ڪو پنهنجو پلائي بخششون بسيار ڏي،
دين ڌن دولت امن ايمان جا انبار ڏي،
رحم وارا ڪر نظر تون رحم واري يا خدا.

7

روز رونيو رحم وارا روز تو ڪان ٿو گهران،
پاجهه سان ڏي تون پاجهارا روز تو ڪان ٿو گهران،
ڏيهه ساري جا ڏاتارا روز تو ڪان ٿو گهران،
روز نئين ڏي رحم سان تون روز گاري يا خدا.

8

تون سخي سردار منهنجو ڪو نه توري پيو سجهي،
تون غني غمخوار منهنجو ڪو نه توري پيو سجهي،
ڏيم تون ڏاتار منهنجو ڪو نه توري پيو سجهي،
تن اندر آ طلب تنهنجي تات تاري يا خدا.

9

لڪ پلو لڪ پانڌ پايان رحم وارا رحم ڪر،
نڪ نرڙ نايو گسايان رحم وارا رحم ڪر،
ڏوهه ڪيا مون ڏوهي آهيان رحم وارا رحم ڪر،
بخش بخشش لاءِ آيو آ ڏوهاري يا خدا.

10

تون سخي سلطان سائين مان سوالي تو سندو،
مهر ڪر منان سائين مان سوالي تو سندو،
رحم ڪر رحمان سائين مان سوالي تو سندو،
تون سوالي جي پيالي پر هيڪاري يا خدا.

11

درد واري دل پريل جي دانهن داور تو اڳيان،
روز روئان ۽ رڙان تو رب رهبر تو اڳيان،
درد غم جو داستان دوست دلبر تو اڳيان،
دانهن آهي درد جي دم دوباري يا خدا.

12

دانهن اونائي درد واري دانهين اچي تو در ڪريس،
ٻاجهہ لئي ٻانهون ٻڌر ٻانهن چڙيو آ ٻر، ڪريس،
ڪيهہ نڪري ٿي قلب مان ڪرم قادر ڪرڪريس،
ڪر ڪزيل جي ٻاڻ ڪا ٻاڻهين پورواري يا خدا.

13

يا غني غفار تنهنجي غرض وارو آهيان،
ٿيءَ سهارو تون سگهو نہ تہ بي سهارو آهيان،
واهہ ٻي والي نہ تو ري ڪا ويچارو آهيان،
درد واري دل ويچاري بي سهاري يا خدا.

14

واسطي تون مصطفيٰ صہ جي منهنجي زاري ڪر قبول،
واسطي مشڪل ڪشا جي منهنجي زاري ڪر قبول،
واسطي خيرالنسا رضہ جي منهنجي زاري ڪر قبول،
مون نسوئي جي نموني ڪئي نيزاري يا خدا.

15

ٿي ڏٺي دارون درد جو ڏيل ڏک ڏاري وڏو،
ڳالهہ ڳرهيان ڇا ڳجهي ڳڻتين اٿم ڳاري وڏو،
اچ مداين جي مرض مولابخش ماري وڏو،
ڪر عنايت سان عفو سڀ گنهگاري يا خدا.

## نعت شريف

تنهنجو اعليٰ شان محمد مولئٰ ڪيو آمان محمد صہ
سخي سچا سلطان محمد صہ مون تي ڪر احسان محمد صہ
صلي الله عليہ وسلم تنهنجو سوالي آهيان هر دم

1

لڪي لڪين لڪپال محمد صہ مهر ڪريو مون نال محمد صہ
منهنجا سڻ اڄ سوال محمدﷺ فضل ڪريو في الحال محمد صہ
صلي الله عليہ وسلم تنهنجو سوالي آهيان هر دم

2

ڪجهہ بہ ڪمايم ڪين محمد صہ گهاريان ٿو غمگين محمد صہ
آهيان بس مسڪين محمد صہ تودر هنئي مون سين محمد صہ
صلي الله عليہ وسلم تنهنجو سوالي آهيان هر دم

3

تو در آهي عرض محمد صہ مون تي آهي فرض محمد صہ
لاهہ ڪرم سان قرض محمد صہ مڙيئي مشڪل مرض محمد صہ
صليٰ الله عليہ وسلم تنهنجو سوالي آهيان هر دم

4

تودر آزي آز محمد صہ نوڙت منهنجو نياز محمد صہ
سڻ ڪو اڄ آواز محمد صہ راضي ٿي رک راز محمد صہ
صلي الله عليہ وسلم تنهنجو سوالي آهيان هر دم

5

مون ڪيٰ واٽي وات محمد صہ طلب اندر ۾ تات محمد صہ
سوال سڻو اڄ رات محمد صہ مڃو لنگهي جي لات محمد صہ
صلي الله عليہ وسلم تنهنجو سوالي آهيان هر دم

6

تو در ڪئي مون آهـ محمد صہ درد دلتئون تون لاهہ محمد صہ
بگڙيل ڪم تون ٺاهہ محمد صہ نالي پاڪ الله محمد صہ
صلي الله عليہ وسلم تنهنجو سوالي آهيان هر دم.

7

سوال صبح ۽ سنجهہ محمد صہ لاهہ ڏکي تان ڏنجهہ محمد صہ
ڦاٿس مشڪل منجهہ محمد صہ سگهڙا ڪرتون منهنج
صلي الله عليہ وسلم تنهنجو سوالي آهيان هر دم.

8

تون ٿي يتيمن يار محمد صہ ايرن جا آڌار محمد صہ
منهنجا ڪڻ تون بار محمد صہ لاهہ سيئي لاچار محمد صہ
صلي الله عليہ وسلم تنهنجو سوالي آهيان هر دم.

9

تو در آ فرياد محمد صہ دشمن ڪڻ برباد محمد صہ
منهنجي دل ڪر شاد محمد صہ ڏانهن ۽ جو ڪر داد محمد صہ
صلي الله عليہ وسلم تنهنجو سوالي آهيان هر دم.

10

مالڪ مدني مير محمد صہ واڪن تي وروير محمد صہ
پار اڪارج سير محمد صہ پيرن جا او پير محمد صہ
صلي الله عليہ وسلم تنهنجو سوالي آهيان هر دم.

11

سدا سوالي آهيان محمد صہ تو در ويٺو ڌانهيان محمد صہ
لحظو آس نہ لاهيان محمد صہ پانڌ پلو تو پايان محمد صہ
صلي الله عليہ وسلم تنهنجو سوالي آهيان هر دم.

12

مدد ڪريو مون ساڻ محمد ص پنهنجي فضلان پاڻ محمد ص،
ڏيان عرض تي آڻ محمد ص دير نہ ڪر تون هاڻ محمد ص،
صلي الله عليہ وسلم تنهنجو سوالي آهيان هر دم.

13

رسو رسول الله محمد ص شاهن جا او شاهہ محمد ص،
سڻو اندر جي آهہ محمد ص تيو منهنجي واهر محمد ص،
صلي الله عليہ وسلم تنهنجو سوالي آهيان هر دم.

14

راضي ٿي ڪر رحم محمد ص ڪامل ڪر ڪو ڪرم محمد ص،
پليل جو رک پرم محمد ص مون تي رهجان نرم محمد ص،
صلي الله عليہ وسلم تنهنجو سوالي آهيان هر دم.

15

مولابخش آ تنهنجو محمد ص بي جو ناهي ڪنهنجو محمد ص،
وارث تون ئي منهنجو محمد ص مون کي ڪرتون پنهنجو محمد ص.
صلي الله عليہ وسلم تنهنجو سوالي آهيان هر دم.

## غــزل 1

پئي جي نہ ڪر اچي سا زندگي نہ گهرجي،
جيڪا غريب کي ڏي غم سا خوشي نہ گهرجي.

1

مرڪي ملڻ چڱو آ انسان جو وصف پر،
ٺهہ ٺهہ اجائي ڳالهہ تي کل يا کڳي نہ گهرجي.

2

جي چئو انهي کي جيڪو جي تي بہ جي چوي،
خالي خوشامدي جي جيءِ هائو جي نہ گهرجي.

3

مونکي مزو اچي ٿو مئخاني پر مدامي،
تنهنجي نہ زهد زاهد آهي چڱي نہ گهرجي.

4

خطبو خطيب ڏي تان ڏي پيار جو دنيا کي،
ٻي سب اجائي آهي بڪ بڪ ٺلهي نہ گهرجي.

5

جيڪي لکي سگهي سو ديس لاءِ لکجي،
بي سوڌ مولا بخش ٻي شاعري نہ گهرجي.

## غـزل 2

ڪرڻ بس بي وفائن سان وفا غلطي وڏي آهي،
سهڻ سرتي پنهنجي بي جي جفا غلطي وڏي آهي.

1

ڪيو جنهن پيار ڪٿ ڪونهي سٺو جنهن درد ڪو ناهي،
انهي سان خال دل اورڻ ادا غلطي وڏي آهي.

2

جهڙو ڪک جو تهڙو لک جو مڙيئي چور هڪجهڙو،
گهٽي تئي يا هجي ٿوري خطا غلطي وڏي آهي.

3

هجي هڪ ساڻ دل دائم نہ هر هنڌ هيرجي دل ڪي،
لڳائي دل ٿيڻ جت ڪٿ فدا غلطي وڏي آهي.

4

پڇڻ جي ساهي جت ييٺي اتي دل مون اڙائي آ،
ميجر مولا بخش منهنجي اها غلطي وڏي آهي.

## غــزل 3

نفرت حسد سندي ڪا عادت چڱي نہ آهي،
نفرت ڪجي نہ ڪنهن سان نفرت چڱي نہ آهي.

1

جيڪا فخر وڏائي، مغرور جا بڻائي،
انسان لاءِ اهڙي دولت چڱي نہ آهي.

2

صحبت سٺي منجهان ئي ماڻهو سٺو ٿئي ٿو
مــوران منافقت سان محبت چڱي نہ آهي.

3

سيرت نہ آهي جنهن ۾ صورت اها ڪجي ڇا؟
سيرت بناءِ ڪائي صورت چڱي نہ آهي.

4

انسان کي کپي تان پنهنجا ئي عيب جانچي،
ٻي جي ڪرڻ گلا يا غيبت چڱي نہ آهي.

5

مسڪين ٿي مري جو ڪانڌي نہ ان جو ڪو ٿئي،
انهي چيوڻ مطابق غربت چڱي نہ آهي.

6

جيڪي بہ ڪــجهہ ڪجي سو آخــر جي لاءِ ڪجي،
دنيا ۾ مولابخش شهرت چڱي نہ آهي.

## غــزل 4

لا غرض مغرور او بي نياز مرڪي مل ڪڏهن،
چڏ غريبن سان نخرا ناز مرڪي مل ڪڏهن.

1

ساز يا آواز تي يا راڳ تي ريجهي پوين،
پيو وڄايان روز سرندا ساز مرڪي مل ڪڏهن.

2

خاص دل ۾ آس آهي تون اچين منهنجي اڱڻ،
اچ اسان جو رک اهو تون راز مرڪي مل ڪڏهن.

3

ڪل ڪلي بانگ صراحي سر سر سلوار بند،
شيخ سعدي ڪي وڻن آواز مرڪي مل ڪڏهن.

4

يار مولا بخش جي تون حال تي ڪو پال ڪر،
حال محرم حال جا همراز مرڪي مل ڪڏهن.

## غـزل 5

چاپيا منصور يا فرهاد پارن کان پڇو،
عشق جي ساري خبر حسنين وارن کان پڇو.

1

ڇا صبر ڇا .عشق آهي عشق جو انجام ڇا؟
ڪربلا کان شام ڏي ويندڙ قطارن کان پڇو.

2

عشق ۾ ڇا تئونس آهي ۽ لڳي ٿي پياس ڇا؟
نينوا ۾ رهڻ وارن تن تسيرن کان پڇو.

3

ڇا برهه جي آ بيماري ڇا برهه بيمار ڇا؟
سا خبر پرديس ۾ قيدي بيمارن کا پڇو.

4

عشق ۾ مولا بخش ڪئين سانگ تي ويا سر چڙهي،
سا حقيقت سر ڪٽيل نيزي سوارن کان پڇو.

## غــزل 6

کڏهن مرکي کلي مون سان مٺا محبوب ڪر ميلا،
اسان جي آهه ۽ زاري اها مڃ يار البيلا.

1

مڃي ميڙون منت موٽو مٺا محبوب ماڳن تي،
وري ڪر ڪا وڙڻ واري نہ وجهہ وينجهار تون ويلا.

2

سُکي ساعت نہ ٿا سنيرون جدا تو کان جيئڻ جاني،
اوهان ڏاران اسان جي لاءِ ونجهل ۽ ويل واويلا.

3

ڪٺي خوني اکيون جي تو نهارين ناز نخري سان،
خلق پٺي خون ٿي ساري وهن پيا راهہ رت ريلا.

4

نڪي دولت نڪي دنيا نڪي ٿو ڏن وٺي دل کي،
پلا مولابخش پائي تنهنجي درتي ڏکا نيلها.

## غـــزل 7

سڪان ساريان، سدا توکي سگهو مل يار سانولڙا،
نہ تي ساعت سري توري .نہ تي دم ڌار سانولڙا.

1

پلا ڪرڪا پلائي تون اچي تي باغ ۾ پيڙو،
ڪلون ۽ ڪس ڪريون خوش تي گهمون گلزار سانولڙا.

2

سوا سينگار جي تنهنجي سوائي سونهن آ سڀ ڪان،
ڪجاڙي لئي ڪرين ٿو تون اهو سينگار سانولڙا.

3

جواني وئي جدائي ۾ پيارا يار پيري ۾،
ملڻ جي مهرباني ڪر مٺا منٺار سانولڙا.

4

مـٺا مولابخش ڪي تون نہ ٿو ويلو ڪوئي وسرين،
اسـر آڏي صبح سانجهي تنهنجي تن تار سانولڙا.

## غــزل 8

پلي ڪر بيوفائي پيو زمانا تون سدا مونسان،
مونکي ناهي غـرض تنهنجو منهنجو آهي خدا مونسان.

1

دغــا بـازي دنيا اندر دغا بازن جو آ شيوو،
ٿيو ڇا جي دغا بازن ڪئي ڪائي دغا مونسان.

2

وڏي ٿي ڳالهہ ڪهڙي پئي رنا جي راڄ ۾ راجا،
سـدا سرچيل پرين پـرچيل هجي هڪ دلــربا مونسان.

3

خـبر ناهي لکڻ واري لکيو منهنجو مقدر ڪيئن؟
ڪريان جنهن سان وفا ٿو مان ڪري ٿو سوجفا مونسان.

4

شڪايت يا گلا مولابخش ڪنهن جي ڪريان هاڻي،
وفا وارا بہ اڄ آهن صفا ٿيا بيوفا مونسان.

## غـــزل 9

دوست دلبر يار تون دلدار تون غم خوار تون،
آءُ اگـڻ منهنجي الهه لڳ ٿي اکين جا ٺار تون.

1

لوچ تنهنجي ۾ لچان پيو سُک نه ٿو ساعت اچي،
لوچ لحظي ۾ لهي مرڪي ملين جي يار تون.

2

پيار تنهنجي لئي پيارا دل سڪي پئي دم بدم،
پــل نه مونکان پيار پيارا پل گهڙي ڏي پيار تون

3

ڇـو حجابن ۾ هميشه پيو گذارين گلبدن،
دل سڪي ديدار لئه ٿي دم ڪرا ديدار تون.

4

منهنجي تو سان آهي محبت تون محبت ڏي متا،
منهن نه مولابخش ڪان مٽ ماهرو منٺار تون.

## غــزل 10

جـڏهن تنهنجا سجڻ سهڻا هـوا سان وار پيا وکـري،
ڏنــگڻ لئہ ڏيهہ ساري کي ڇري پيا نانگ سئو نکري.

1

ڇڏين ٿو ڊول تون ڊاري جڏهن رخسار تي زلفون،
نظارو ٿو لڳي اهڙو قمر تي ڪر چڙهي ڪڪري.

2

ڪلي خوشبو جڏهن تنهنجي زلف مشڪين جي پيارا،
مٿا مشڪ ختن جي بـوءِ ويئي خـوشبو صـفا وسري.

3

اسان تنهنجي دنيا ۾ ڇٿو مزا ڪهڙا محب ماڻيا،
زلف جي قيد قهري ۾ اسان جي زندگي گذري.

4

مٺي تنهنجي مٺي لب جي لڳي جهڙي مٺي مونکي،
مٺي مولابخش اهڙي مـٺي ماکي نکا مصري.

## غــزل 11

جـلـد ور تـون جيئڻ جـاني جو آسرو ڪونهي،
اگهو آهيان اگهائي مان اٿڻ جو آسرو ڪونهي.

1

بقا دم تي يلا کهڙو اچي ٿو دم وجي ٿو دم،
وجي ٿو دم وري واپس ورڻ جو آسرو ڪونهي.

2

جهلي آ جان جهوراٽي جهري پئي روز جهوري ۾،
سوا تنهنجي سهاري جي ٽڪڻ جو آسرو ڪونهي.

3

نهوڙيو آ نپوڙيو آ برهه جي يار بيماري،
بلو ڪر ڪو بيماري جو بچڻ جو آسرو ڪونهي.

4

اچـي مـولابخش منهنجو پڇڻ تي ٿيو پساهه آهي،
اجـاڻ تــائين عـجيبن جي اچڻ جو آسرو ڪونهي.

## غزل 12

دم دم دل تي رهندي آهي مونکي تنهنجي ياد،
شاد هجين آباد هجين تون دلبر زنده باد.

1

يطهر كم تطهيرا جي توكي آيت پاڪ كيو،
تون لا ثاني تنهنجو ثاني كونهي آدم زاد.

2

حاكم تنهنجو حسن حقي آ تنهنجو عشق ثواب،
پيا سڀ عشق حسن جا هوكا آهن نام نهاد.

3

تنهنجا دل تي خيال رهن ٿا پيا ٿيا خيال ختم،
خيال انهي ۾ راتو ڏينهان رهندو آهيان شاد.

4

مل پيو مونسان كل پيو مونسان دلبر يار دوام،
توكان مولابخش گهري ٿو يار اها امداد.

## غــزل 13

ڏار جيئڙي پاڻ کان اي دلربا مونکي نہ ڪر،
بي سهارو ۽ ويچارو تون صفا مونکي نہ ڪر.

1

گهر نہ جي گهر سان گڏڻ ڏيئن پوءِ بہ پاڙي ۾ رهاءِ،
پاڻ پاڙي کان پري منهنجا مٺا مونکي نہ ڪر.

2

در مٿان دلبر ڌڪاري ڏي نہ در در جا ڌڪا،
بي وسيلو ۽ اڪيلو با وفا مونکي نہ ڪر.

3

حفظ پنهنجي ۾ هميشہ رحم سان تون رک سدا،
پاڻ جهڙن جو پويارو يا خدا مونکي نہ ڪر.

4

يــار مـولابخش جي هر عرض تي تو نهہ ڪرين،
ايترو مايوس من ماهہ لقا مونکي نہ ڪر.

## غــزل 14

سار اسان جي يار پيارا تون نہ لهين ٿو لهندو ڪير؟
حال ڦٽي ويا حال اسان ڪان تون نہ پڇين ٿو پڇندو ڪير.

1

صبح سانجهي سوالي خالي محب مٺا ڇو موٽائين؟
صبح سويلا سوال اسان جا تون نہ سڻين ٿو سڻندو ڪير؟

2

ڪنهن کي سور سڻايان ساري تون ٿو گهارين دلبر دور،
پر ۾ ويهي حال سمورا تون نہ پڏين ٿو پڏندو ڪير؟

3

اڄ تون باغن ۾ ٿي پيڙا يار گذاريون ڏينهن پہ ٿي،
گڏجي گلشن ۾ جي مونسان تون نہ گهمين ٿو گهمندو ڪير؟

4

توکي مولابخش ڪري ٿو روز ملڻ لئہ منت مٺا،
خيال اسان جي منت سنلوئي تون نہ رکين ٿو رکندو ڪير؟

## غــزل 15

سنگدل جي پيار تي ويساهہ ڪيمر غلطي ڪيم،
پاڻ پنهنجي جان جوکي ۾ وڌم غلطي ڪيم.

1

جنهن پچاڙي جو نہ ڪيو منهنجي وفا جو ڪو قدر،
زندگي ســاري حــڪمر تنهن جو مـجيم غلطي ڪيم.

2

هن هميشہ هر وفا جو پئي ڏنو بدلو جفا،
بيوفا کي باوفا تي سمجهيم غلطي ڪيم.

3

ڪو نہ هيڻي حال تي جنهن کي ترس تر جو ٿيو،
حال دل جو تنهن اڳيان کولي رکيم غلطي ڪيم.

4

اڳ نہ سوچيم اڳ نہ سمجهيم بيوفا کي بيوفا،
هاڻ مولابخش سوچيم ڇا وريم غلطي ڪيم.

## غــزل 16

مــوڙ نہ مونکانِ منهن تون منڙا تنهنجي محبت ماري آهيان،
تون نہ ڇڏيجان توڙان تنهنجي اڳلي عيبن واري آهيان.

1

عشق اندر ۾ آڳ لڳائي جوت انهي آجان جلائي،
جهوري تنهنجو يار-جدائي ماري ان مونجهاري آهيان.

2

مور نہ پوڄيان مسجد مندر نڪي وڃان تو دير و حرم در،
دلبر تنهنجو جهليم در تنهنجو حسن پوڄاري آهيان.

3

کهڙو توسان سينو ساهيان تو سان آهيان توري ناهيان،
تنهنجو منڙا يار ميان تو مولا بخش مياري آهيان.

## غـزل 17

ڏوهہ ڪوئي ڏس پيارا چو وساري تو ڇڏيو،
منهنجا گوندر ۾ گذارا چو وساري تو ڇڏيو.

1

ڪير توري ڪرلهي ڏک ۾ ڏکئي جي ڏس پلا،
بي سهارن جا سهارا چو وساري تو ڇڏيو.

2

دل دوامي درد واري دوست دوري درد کان،
درد مندن کي دلارا چو وساري تو ڇڏيو.

3

يار جاني ياد تنهنجي ذرو نہ ٿي دل تان لهي،
ساهہ جا ساٿي سونهارا چو وساري تو ڇڏيو.

4

جـاڙ جيون آهي مـولابخش جو تو کان سواءِ،
اي جڏي جئي جا جيارا چو وساري تو ڇڏيو.

## غــزل 18

دلـبـر چـڏ تـون دوري سـائين،
مـنهنجي ڏس مـجـبوري سائين.

1

ڏس اي ڏاڍا يار ڏکي ڏي،
نـظر کـٽي تون نوري سائين.

2

کنهن در دانهيان توري تون چئو،
حـاکـم هوت حضوري سائين.

3

تنهنجي سڪ ۾ گذري آهي،
منهنجي زندگي پوري سائين.

4

تنهنجي مولابخش سان چو آ،
شوخي ۽ مغروري سائين.

## غزل 19

ملو محب مرڪي مٺا يار سانول،
مڃو عرض نام خدا يار سانول.

1

پرهه جو پڪاريان پيالا پياريو،
سٺو اڄ صبح جي صدا يار سانول.

2

اچي هاڻ مون کي، گلي ساڻ لايو،
ڪريو معاف منهنجي خطا يار سانول.

3

وئي ٿي خطا آ متان ڏوهي سمجهي،
ڏيو ائين نه ايڏي سزا يار سانول.

4

هي مولابخش آ هي اڪيلو اڪيلو
اٿس حال ڪهڙا ٿيا يار سانول.

## غـــزل 20

نہ تي يار پيارا پرين پل پري،
اوهان ري اسان جي نہ ٿي دم سري.

1

مون سان من مـلـڻ جو توکي پهہ پوي،
اهڙو ڀـاڳ منهنجو خـدا شل ڪري.

2

ايندين تون اڳي يا ايندو اڳ اجل،
گاراٽي انهي ۾ پئي دل ڳري.

3

ڪڏهن ڏينهن قادر ايندو اهو،
پرين پاڻ ڏيندو پيالا ڀري.

4

پياريو پيالا پيئڻ لاءِ پرين،
مولابخش جي پئي ماندي دل مري.

## غــزل 21

توکي صبح مسا آ منهنجو سلام سائين،
تنهنجو آهيان ازل کان گولو غلام سائين.

1

وسري نہ ويل کا تي صورت سڄڻ اوهان جي،
واجـب فـرض وتـر سڀ وسري ويام سائين.

2

پيتم پرت پيالو نيو ان نِشي نهوڙي،
مستان دل آ منهنجي مئي بن مدام سائين.

3

سـک سوز نار تنهنجي شاعر مونکي بنـايو،
لکنـدو وتان سدائين کافيون کلام سائين.

4

در در ڦران فراقي فرقت فراق کان تو،
تو کان سواءِ نہ سک آ صبح نہ شام سائين.

5

پرور پناهہ ڏي تون توري نہ بي ڳلي آ،
مولابخش پيو آ تنهنجي ئي سام سائين.

## غـزل 22

اسان پرايا پنهنجي سر تي سور وسائڻ وارا آهيون،
ڏکيا سکيا ڏينهن گذاري نيهن نڀائڻ وارا آهيون

1

عشق اري ۾ اڙيا آهيون سور ۽ سڪ ۾ سڙيا آهيون،
پڙ ۾ پتنگن وانگر پنهنجي جان جلائڻ وارا آهيون

2

تنهنجا تورا تاهن تورا مون تي ٿي محبوب مٺا،
جي نه سگهون تا تورا لاهي تورا ڳائڻ وارا آهيون.

3

ڪو نه ڪريون ٿا ڪنهن سان ڪلفت ڪاوڙ ڪينو ڪو،
اسان ته محبت جي ڪا محفل يار مچائڻ وارا آهيون.

4

دل ۾ آهن درد هزارين پر، نه لڪايون لوڪ اندر،
مرڪي مولابخش، مدامي، مهل مڃائڻ وارا آهيون.

## غـزل 23

کھڙا لھڻا ليکا تنھنجو مزد بنان مزدور آھيان،
تنھنجي محبت ۾ ٿي، تو وٽ ميثاقان مجبور آھيان.

1

ڪوھ ڪرين پيو قاضي ڪاوڙ ڪھڙو منھنجو آھي قصور،
مئي آ پيتي محبت جي مون، مست صفا مخمور آھيان.

2

تون نہ طبيعت سمجھي سگھندين منھنجو آھي مرض ڳجھو،
سور نہ ڪو ٿي ناسور اتم پر گھايل گھڙي گھور آھيان.

3

دلبر دل ۾ درد ھزارين وتان لڪايو لوڪن ڪان،
ھون تہ سچو ٿي سور آھيان پر ظاھر ۾ مسرور آھيان.

4

اڳي علم ھو اڳي عقل ھو عشق اچڻ سان اڏري ويا،
ھاڻي مولابخش دنيا ۾ مست مثل مشھور آھيان.

## غــزل 24

کرڻ بس بي وفائن سان وفا غلطي وڏي آهي،
سهڻ سر پنهنجي پئي جي جفا غلطي وڏي آهي.

1

ڪيو جنهن پيار ڪٿ ڪونهي سٺو جنهن درد ڪوناهي،
انهي سان حال دل اورڻ ادا غلطي وڏي آهي.

2

جهڙو ڪک جو تهڙو لک جو مڙيئي آ چور هڪ جهڙو،
گهٽي ٿئي يا هجي ٿوري خطا غلطي وڏي آهي.

3

هجي هڪ ساڻ دل دائم نه هر هنڌ هيرجي دل کي،
لڳائي دل ٿيڻ جٿ ڪٿ فدا غلطي وڏي آهي.

4

پڇڻ جي ناهي جت پيٽي اتي دل مون اڙائي آ،
مڃيم مولابخش منهنجي اها غلطي وڏي آهي.

## غـزل 25

چڏي ديـر و حـرم جـو در،
جهلير دلدار تنهنجي پر،

1

پري ڪرتون نہ پاسي ڪان،
عنايت بس اهائي ڪر.

2

تنهنجي سـڪ آ تـوڪي سـاريان،
سـڄڻ سـائين صـبح سـاجهر.

3

چڏي پاسو پرين تنهنجو،
وڃان مسجد نڪي مندر.

4

ملين جي تون ڏسان توکي،
اهو ئي آهي حج اڪبر.

5

رهين مولابخش سان گڏ،
اهڙو مولا ڪري مقدر.

## غــزل 26

صورت ۾ ڪوئاني تنهنجو ناهي بني انسان،
تنهنجي هوت حُسن تي آهن حور پريون حيران.

1

ماڻهو مرگهه ملائڪ منڙا تنهنجا طابعدار،
خادم خاص سڏائن درجا خانن جاڪي خان.

2

اعليٰ افضل اڪمل آهين دلبر ساري دنيا ۾،
توکي واحد واڪاڻي ٿو شاهد آهي قرآن.

3

خلق سڄي آ خادم تنهجي مُحب مٺا منٺار،
دايا تنهجي در جا آهن شاهه وڏا شاهان.

4

موهيو مولابخش اوهان جي محبت آ ميثاق ڪنان،
تنهنجي ياد رهي ٿي دل تي پهر پلڪ هر آن.

## غـــزل 27

نہ تنھو يار مرڪي ملي ڇا ڪجي؟
ملڻ ۾ نہ تو وس هلي ڇا ڪجي؟

1

زمانو رڻل ۾ پرين ٿيا پري،
اهي سور پيا سون پلي ڇا ڪجي؟

2

ڪري قول تو پر ملي ڪو نہ تو
ماريو آ دلاسي ٿلهي ڇا ڪجي؟

3

مون سان چو الائي رٺو آ مٺو،
ڳالهائي نڪي تو ڪلي ڇا ڪجي؟

4

مولابخش دنيا اندر سور سٺو
پيا اڻ گهرايا گلي ڇا ڪجي؟

## غــزل 28

ڪرملڻ جي مهرباني ڪنهن بهاني سان ڪڏهن،
آ اڱڻ تي يار جاني، ڪنهن بهاني سان ڪڏهن.

1

محب تي مهمان مون وٽ رات هڪڙي رحم سان،
شرف بخشيو ميزباني ڪنهن بهاني سان ڪڏهن.

2

دوست تنهنجي ديد لاءِ دل سڪي پئي دم بدم،
ڪڻ ڪلي نظرون نوراني ڪنهن بهاني سان ڪڏهن.

3

مهل مقرر ڪر ملڻ جي ماهرو ڪنهن ماڳ تي،
يا تہ ظاهر يا پنهاني ڪنهن بهاني سان ڪڏهن.

4

عرض مولابخش توکي تون ڪري ڪافيون لکي،
زاريون پڌ ڪي زباني ڪنهن بهاني سان ڪڏهن.

## غـــزل 29

دلبرُ تنهنجي ديس اچانَ ها هاڻ نہ ايندس سور اٿم،
داڻي پاڻي قسمت جي هٿ قيد ڪيو مجبور اٿم.

1

سک نہ سمهان ٿو دم ڪُو دلبر تنهنجي دوري دردُ سبب،
ونجهلاَن واڪا ڪريان وهہ ڪيو يار وهڻ وهلور اٿم.

2

خون ڪتوري عشق نہ مشق لاڪڻ لڪندا لوڪ اندر،
تنهنجي محبت ملڪن ۾ ڪيو مجني جئين مشهور اٿم.

3

فرقت جي ڦٽن جي آهي توکي تر بہ تميز طبيب،
فرق ڦڪين ڪان مشڪل ٿيندو نيهن سندو ناسور اٿم.

4

گهرن گهورن سان دل گهائي پوءِ نہ ڪري ڪو غور گهڙي،
مولابخش محب مليو ميثاق ڪنان مغرور اٿم.

## غـــزل 30

کير کنڌ ماکيون مٺا ور ور وڙهايان جي ملين،
خوب خوشيون خلق ۾ منڙا ملهايان جي ملين.

1

تنهنجي محبت جي سبب اُدنيٰ به اعليٰ ٿو ٿئي،
يار سڪندر ڪانءُ سوايو پاڳ پايان جي ملين.

2

تون اچين تنهنجي اچڻ جي عيوضي ۾ تو مٺان،
مال يا زر ساهه سر گهوري گهمايان جي ملين.

3

ناچ ناچو ٿي ڪريان ڳايان قواليون ٿي قوال،
مهند تو محبوب من محفل مچايان جي ملين.

4

تنهنجي دردن ۾ لکيا مولابخش جيڪي غزل،
سي سيئي تنهنجي اڳيان اچ گيت ڳايان جي ملين.

## غــزل 31

محب مٺا مل مرڪي مونسان مون لئه مرڪ غنيمت آ،
سڏي سڪايل کي ڏي سرڪي ساقي سرڪ غنيمت آ.

1

تنهنجا پاڙا پول پہ دلبر مٺا لڳن ٿا ماکي کان،
پــر ۾ ويهي پيڙو ڪر پيو ڪُرڪو ڪرڪ غنيمت آ،

2

دم نہ لهي ٿي دل تان دلبر ياد اوهان جي يار مٺا،
هُـرين هيئين ۾ هر هر پيو تون هر هر هرڪ غنيمت آ.

3

هٿ نہ اوهان جو هوت ڏڪائي سور توڙي ناسورهجي،
هـوت هٿن سان لـوڻ ڦـٽن تي وينو پـرڪ غنيمت آ.

4

سوين سڪايل سڪ مان سهڪي صفا مروه ڊوڙن ٿا،
پير اگــهاڙا پيرن سان ڪن دل سان درڪ غنيمت آ.

5

جاڳي مولابخش پرهہ جو ويهي ڪر تون ياد خدا،
صبح سويلي هير لڳي ٿي ٺڏڙي ڦرڪ غنيمت آ.

## غــزل 32

جٺين جيٺري اگڻ آئين لڪين احسان لک ٿورا،
اجاريا تو اچي منهنجا اگڻ ايوان لک ٿورا.

1

مثل مرده مٿل ماڳهين هئاسون هجر هاڃي ۾،
وري تنهنجي اچڻ سان پئي جسم ۾ جان لک ٿورا.

2

قبولي دوست تون دعوت هلي آئين ڀلين آئين،
اچي محبوب مون وٽ اڄ ٿئين مهمان لک ٿورا.

3

ڀري پيرا ٻه ٽي پيرا اسان وٽ جي اچڻ عيوض،
ڪندس ڪنڌ ڪي ڪپي قدمن مٿان قربان لک ٿورا.

4

ڇڏي ڪاوڙ تڏي منهنجي اچي اڄ يار دلبر تو،
مٿا مولابخش جو آ وڏايو مان لک ٿورا.

## غـزل 33

غم وڃڻ گوندر وڃن اي يار پيارا جي ملين،
جي پوي هي جان اي جيءَ جا جيارا جي ملين.

1

مونجهه ماري پئي ملڻ جي مل مٺا مونجهون لهن،
سڀ لهن منهنجا مٺا من جا مونجهارا جي ملين.

2

قرب قدمن تي ڪرايو ڪنڌ نه قدمن تان ڪٺان،
قرب ۾ قربان آهيان قرب وارا جي ملين.

3

مل ملڻ جي محب ملهه ۾ جان حـاضر جانِ من،
ساهه سر صدقو سيئي ساجن سـونهارا جي ملين.

4

ويهه مولابخش وٺ ڏيٺو انگل ۽ آر ڪر،
سڀ قبوليان سڀ اکين تي انگل آرا جي ملين.

## غــزل 34

پيار پهرين ڪري پوءِ پڇتاءُ ڪيم،
هاڻ سوچان پيو هــاءِ هي ڇــا ڪيم.

1

غلط سوچي ڪيم جو اڳي ڪجهہ ڪيم،
سي پرايا هئا جي پنهنجا ڪيم.

2

مورڪائي ڪيم يا تہ سادو هئس،
بي وفا تي سدائين ڀروسا ڪيم.

3

مون وفا پي ڪئي هن جفا پي ڪئي،
پاڻ سان پي رڳو پئي دوکا ڪيم.

4

جام مولابخش بي وفا ڏک ڏنا،
تہ بہ نہ تنگ تي ڪڏهن ڪا بد دعــا ڪيم.

## غـزل 35

پلي كر سدا كر جئين شل جفائون،
اجـان آزمايو اسان جون وفـائون.

1

تنهنجي هر ستم تي لڙڪ هوندا ڳونگا،
كڏهن كو نہ ٻڌندين متا تون فـغـائون.

2

كـري نـاز نخرا ستا پيو سدائين،
اسان كي اكين تي اوهان جـون ادائون.

3

اوهان جي جفا تي كنداسون صبر،
كنداسون نہ شكـو نہ دانهون ڳلائون.

4

مولابخش جو كو توسان زور ناهي،
اسان وٽ آهن عرض ۽ التجائون.

## غـــزل 36

سوين دانهون ڪئي دل ۾ تنهنجي در دلربا آيس،
دنيا ساري ٺڪاريو پر توهان وٽ اڄ تنها آيس.

1

دوا دارون دنيا ۾ ڪو سڄڻ توکان سواءِ ڪونهي،
دنيا ۾ دربدر ڀٽڪي صفا ٿي لادوا آيس.

2

ڪريو پينار تي پيارا رتي ڪا رحم جي راڻا،
سوالي ٿي سڄڻ سهڻا سڻي تنهنجي سخا آيس.

3

لڳي دلدار دل توسان لهين تون دم نه ٿو دل تان،
سهارو صرف تنهنجو آ ڇڏي ٻيا آسرا آيس.

4

سدا مولابخش ماري اهائي مونجهه پئي مونکي،
الائي ڇا هئس ۽ ڇا منجهان ٿي يار ڇا آيس.

## غــزل 37

جفا ڪر جفا ڪر تنهنجو ڪم جفا آ،
اسان پيو ڪريون ڇا اسان وٽ وفا آ.

1

ملو يار مرڪي وڃن مرض منهنجا،
منهنجي درد دل جي اهائي دوا آ.

2

جدا ٿي ويا سون ڪنهن جو ڏوهه ڪونهي،
وڏو هي وڇوڙو ڪرم ۾ قـضا آ.

3

حسن تي نه ڪر تون ڀلا يار ٻانور،
ڇڱو ڪو نه ٻانور ڪڏهن ٿيو مٺا آ.

4

مولابخش ڇا ٿيو، زمانو رٺو جي،
ڪنهن جي ڪاڻ ڪونهي، پنهنجو هڪ خـدا آ.

## غـــزل 38

قرب تنهنجي کيو قيدي، قرب قابو ڪڙيا آهيون،
سدا سک سوز سورن ۾، سڄڻ سائين سڙيا آهيون.

1

توهان تر جيترو توجهه، ڏنو دلبر نه دانهن تي،
عمر ساري اوهان جي در، رنا آهيون رڙيا آهيون.

2

نه ڪو ڪينو نه ڪا ڪلفت، اسان ڄاڻون اصل ڪان ٿا،
اسان اخوت محبت جا، سبق ساري پڙهيا آهيون.

3

اسان صوفي صفا ساده، صلح سڀ ساڻ چاهيون ٿا،
اڇي احمق عدوئن جي، عداوت ۾ اڙيا آهيون.

4

ميجن موالابخش منهنجي، مخالف سادگي پڻ پيا،
وڙهيا ناحق اسان سان ڪي، اسان پوءِ بي مڙيا آهيون.

## غــزل 39

تيو کير آ بيوفا، تون نہ پڇ،
اسان جا اسان کان، قصا تون نہ پڇ.

(1)

وفـا جو قدر کونہ کجھہ تو کيو،
وفـا جي کرين جو پڇا تون نہ پڇ.

(2)

تنهنجو کر جفا آ اسان جو وفا،
اسان جو کريون پيا وفا تون نہ پڇ.

(3)

کري ترک محبت، وساري ڇڏيئي،
رهون ٿا ڏکيا يا سکيا، تون نہ پڇ.

(4)

مولابخش کان ڇڏ، اجائي پڇا،
پڇا تي تيون ٿا خفا تون نہ پڇ.

## غـزل 40

مل مٺا يا مار مرڳو، هاڻ هڪڙي ڳالهه ڪر،
پاڻ پنهنجي خيال سان، ڪا پاڻ هڪڙي ڳالهه ڪر.

(1)

يا لڪي هن لوڪ کان تون مل مٺا مخفي ڪٿي،
يا ته ظاهر مل مچي مانداڻ هڪڙي ڳالهه ڪر.

(2)

چو ٿلها ڏيئي دلاسا پيو رلائين يار تون،
يا چني ڇڏ يا ته ڇڏ ڇڪتاڻ هڪڙي ڳالهه ڪر.

(3)

دين دنيا ٻئي نه ملندا گڏ سدا ڪنهن کي ڪڏهن،
هڪ ڇڏڻي پوندي ٻي جي ڪاڻ هڪڙي ڳالهه ڪر.

(4)

يا ڏکي کي ڏار يا تون ميڙ مولا بخش کي،
مهرباني سان مٺا مون ساڻ هڪڙي ڳالهه ڪر.

## غــزل 41

دور گهاري دوست دلبر ڳالھ ڳاري پئي اھا،
منهن مٽي ويو ماھ منور ڳالھ ڳاري پئي اھا.

(1)

جي ڏسان ڏانهس پرين ٿو پاڻ پرتي منهن ڪري،
آ رهيو هو بي خبر ڳالھ پئي ڳاري اھا.

(2)

ٿيھ نهين جنهن ڳالھ تي، سا ڳالھ مون منظور آ،
تہ بہ ڪري پيو يار نهڪر ڳالھ پئي ڳاري اھا.

(3)

جيئن ڪريان پيو ميڙ منٿون پرچ پيارا يار تون،
تيئن وجهي پيو وير ويتر ڳالھ پئي ڳاري اھا.

(4)

منهنجي مولا بخش منزل آهي تي مغرب طرف،
پر چڪي پيو يار اوير ڳالھ پئي ڳاري اھا.

## غــزل 42

درد ڏاران سڀ حقيقت ظاهري ڇٺو ڪيئن ڪريان؟
ڏور ڳهارين تون پيو بند شاعري ڇٺو ڪيئن ڪريان؟

(1)

باهہ ڀڙڪي ٿي برهہ جي آهہ بس نڪريو وڃي،
سک سڃڻ سهجي نہ ٿي پوءِ صابري ڇٺو ڪيئن ڪريان؟

(2)

چاپ جيئن چاپو لڳو دل تي صنم جو ڙاهدا،
ويئي طبع بنجي اثر بس آذري ڇٺو ڪيئن ڪريان؟

(3)

تون رهين بس دور ٿو محبوب مولابخش ڪان،
مان مٺا تنهنجي اڳيان سر حاضري ڇٺو ڪيئن ڪريان؟

## غـــزل 43

ٿُند خوشي تيز روئي تون ڇڏيندين ڇئو ڪڏهن،
درد منڊن ڪي دلاسو دوست ڏيندين ڇئو ڪڏهن.

(1)

خاص دل ۾ آس آهي مئي ملي تنهنجي هٿان،
تون ويهي ساقي صبح جي وندبيدين ڇئو ڪڏهن.

(2)

دل چوي دل ٺار دل ۾، دوست ديرا ڪر اچي،
جيء اندر جايون اچي، جاني اڏيندين ڇئو ڪڏهن.

(3)

دل وساري دنيا سري، تنهنجي صحبت ۾ صنم،
غير ڪان گوشو رهي، گولو ڳڏيندي ڇئو ڪڏهن.

(4)

پيو مُجان ميڙون ملڻ لئہ محب مل مرڪي مٺا،
ميڙ مولابخش جي منڙا، ميڃيندي ڇئو ڪڏهن.

## غــزل 44

مون کي موهي مست ڪري ويو مرلي وارو جوڳيئڙو،
پانڌيئڙو هو پار پرين جو پرين پيارو جوڳيئڙو

(1)

آيو هو اورار پراران پيار جي ڪارڻ پرديسي،
پيار نہ مليس پار هليو ويو جيءُ جيارو جوڳيئڙو.

(2)

آيو هو هُو جهول پري سُرهي سُرهي بوءِ ڏيڻ،
ڪنهن نہ سڃاتو ڪنهن بہ نہ ڇاتو جڳ کان نيارو جوڳيئڙو.

(3)

ساز وڃائي سوز جاڳائي ننڊ ڦٽائي نيڻن جي،
گهائي گهرا گهاءُ ڏيئي ويو گونڌر يارو جوڳيئڙو.

(4)

جوڳيءَ پي ڪنهن جوءِ هليو ويو جان وڃهي جهوري ﭘر،
موٽي مولابخش ملي شل وري ٻوبارو جوڳيئڙو.

## غــزل 45

من مري ماندو مدامي من موهن تنهنجي ڪري،
جي جگر جيرا جلن پيا ڄانمن تنهنجي ڪري.

(1)

تات تنهنجيءَ طلب تنهنجي تاڻ توڏي تن سندي،
پور پل پل پيار جا تا لهن ۽ چڙهن تنهنجي ڪري.

(2)

عشق تنهنجي ۾ بنيا ارض و سما گل چمن،
پاڪ پرور پيدا ڪيو عرشن ستن تنهنجي ڪري.

(3)

سونهن تنهنجي کي جُهڪي سنسار سارو ٿو سڄڻ،
ڪي مڪي ۾ ڪي مندر ۾ پيا جهڪن تنهنجي ڪري.

(4)

ملڪ مولابخش سارو محض هڪ مورت سبب،
ويد ڪي قرآن ڪي پوتيون پڙهن تنهنجي ڪري.

## غـــزل 46

عرض آزيون التجائون مج اڳڻ تي آ عجيب،
ڪرم ڪر ڪاوڙ نہ ڪر قرب وارن سان قريب.

(1)

ڏار مونڪان يار دلبر تي نہ دم دنيا اندر،
مل ڏسي ملندا سڄڻ پيا، روسيا* رهزن رقيب.

(2)

تهن تنهنجي نيو نهوڙي ناز ور نازڪ بدن،
حال تي ڪو پـال ڪر ڏس حال هيڻو آ حبيب.

(3)

چڏ رسامون رنج ڙاٺا راج تي رهہ راج پر،
محب مولابخش سان مل ماهرو مرڪي مجيب.

---

(روسيا معني ڪاري منهن وارو)

## غــزل 47

تنهنجو آهيان تنهنجو هوندس، نہ پل توکيِ وساريندس،
ڪپي پيو ڪَونہ ڪو توري نہ ٻي ڪنهن ڏي نهاريُندس.

(1)

ڪياً دوري درد تنهنجي اثر هي داغ جي دل ۾،
لڪايو لوڪ کان وتندس نہ ڏيهن کي ڏيکاريندس.

(2)

نہ تو جيسين سڄڻ سرچي ملين تون من موهن مونسان،
وچن آ يار تيسين پيو اُبالي هال گهاريندس.

(3)

ڪندس ميڙون سوين منتون ملڻ جي لئہ نہ تو مڃيو،
هٺي پوءِ پاڻ کي پٽ تي پاڻهيئي پاڻ ماريندس.

(4)

مَتيون مولابخش مدتون ڪندي دانهون سندءِ در تي،
اُيو اُن جاءِ اچا کي سَچ اُلهائيندس اُياريندس.

## غـزل 48

دل سڪي ديدار لئہ تي دوست چڏ تون دير آ،
ويا لنگهي ساوڻ سيارا پر نہ آئين هيرُ* آ.

(1)

محب موٽي مند ساڳي موٽ ساڳي ماڳ تي،
سيءُ لهي ويا وڻ ڦٽي پيا ۽ پڇي پيا پير آ.

(2)

ور واهوندن جا وريا واءُ، هير تي ٿڌڙي لڳي،
هير هن ۾ هوت دل کي هت مـلڻ جي هير آ.

(3)

جي پڇي پانڌي پرين هت جي خبر چئجان هيئن،
هڪ ڪيو مولابخش مرٽينگ سڪ پيو خير آ.

---

(هير معنيٰ هيل، سرائڪي لهجي ۾ هيل کي هير اچاربو آهي)

## غــزل 49

نہ تون سارين سچڻ ڦوکي سنياريان نير هاريان ٿو،
غريبي حال ڪيو غم ۾ گذاريا نير هاريان ٿو.

(1)

جدائي جان ٿي ڳاري وساري تو وڌو ماري،
اٿي آڌي اسر ڏاري أساريان نير هازيان ٿو.

(2)

ڪري وئين يار ڏاڍايون مٿيئي جانب اڳيون جايون،
تنهنجي لاءِ غزل وايون جهونڳاريان نير هاريان ٿو.

(3)

نهوڙي نيو ٿي نازن سان، ڪنوئي يار ڪريان ڪيئن؟
تڙپ ۽ تانگهہ تاري جيئن، تنواريان نير هاريان ٿو.

(4)

پتو ٿي ناهي پرين ڪي تہ ڪهڙو ڏک ڏکوين کي،
نہ مــولابخش ماڻهن کي ڏيکاريان نير هــاريان ٿو.

## غــزل 50

ڪئي تو ڪچهري ڪڏهن موهسان نہ روح واري،
سگندي سڄڻ سڙي وئي جواني هي قوهہ واري.

(1)

صبح ڪان تان بہ سانجهي سوالي رهيس نہ سُئوتي،
الله يي اگهائي تو زاري صبوح واري.

(2)

اڄڪلهہ حسين خال رنگ روپ سان ٿا موهن،
باقي اندر ڪڙائي ساڳي آ توهہ واري.

(3)

طعنا مهڻا مولابخش سهي تڪاسون،
ڪئي عشق ڪان مون هاڻي توبهہ نصوح واري.

## غــزل 51

ڏک نہ دلبر دوست در تان جيئرو جو دم آهيان،
خوبرو خدمت ۾ رک مان خاص خادم آهيان.

(1)

جل جدائي جوش کان ويئي جميعت جسم کي،
دوست دوري درد کان ديوان دائم آهيان.

(2)

ٻول ۾ پانهي پڌل آهيان اوهان جي ازل کان،
قول مان قالو بليٰ تي قابو قائم آهيان.

(3)

عشق تنهنجي ۾ لکيا مولاً بخش گيت و غزل،
پيو نہ مونکي کو علم آهي نہ عالم آهيان.

## غــزل 52

ڦٽو ڪر رنج تون راڻا هلي آ هاڻ موٽي آ،
نہ ڏس منهنجي مداين کي سجاڻي پاڻ موٽي آ.

(1)

سوا تو ڪان سيئي سوڍا ڪنول منجهہ ڪاڪ کو ماڻا،
برابر باغ ٿيا برجي ڇڏي سرهاڻ موٽي آ.

(2)

پرچ تون پاڻ ڏس پنهنجو نہ ڏس منهنجي مداين کي،
سدائين سوال تنهنجي در تي سرچا ڪاڻ موٽي آ.

(3)

رهن لک راڄ ۾ راڻا نہ ڪنهن سان روح ٿو ريجهي،
اٿم سر جو لڳو سودو سڄڻ تو ساڻ موٽي آ.

(4)

اڄان تنهنجي اڳين ساڳي آهيان مولا بخش مومل،
ڀلائي سان نہ ڀيرا ڀڄ ڀلي جيءُ پاڻ موٽي آ.

## غـــزل 53

سڪان تو لئہ نہ تو سارين سڄڻ ان سور دل ساڙي،
ڦٽيس فڪرات فرقت جي فراقن ۔دل سڄي ڦاڙي.

(1)

سڄڻ توکي سنڀاريندي لنگهائي ليل مون ساري،
نڪي ننڊ آئي نيڻن کي ڦٽي پريات جان ڳاڙهي.

(2)

ملڻ لئہ ٿو مغز ماريان ميجان\ ميڙون ڪريان منٿون،
مڃي منهنجي نہ ٿو موران اٿس ڪانهہ يڪي ناڙي.

(3)

ڇرين جيئن ڇٽو طرف ڦيرا ڏيان تنهنجي ڏسڻ خاطر،
نہ چين آهي چري دل کي اسُر آڏي نہ پوچاڙي.

(4)

مري مولابخش تو لئہ نہ پيارا تون پڇين ٿو پل،
رهي ڏل رات ڏينهن دانهن سبب ان رنج رنجاڙي.

## غــزل 54

هوت هينئڙي ٺار دلبر يار دل تو لئہ سڪي،
تو نہ مونکان ڏار پيارا گهار دل تو لئہ سڪي.

(1)

تن جي توڏي تاڻ آهي تانگهہ تنهجي تات آ،
نير وهنم نيهن ۾ جيئن نار دل تو لئہ سڪي.

(2)

سرس آهين سونهن ۾ سنسار ساري ڪان سڄڻ،
ماهپارا ملڪ جا مهندار دل تو لئہ سڪي.

(3)

موهي مولا بخش محبت مست ڪيو مجنون مثل،
وهہ ورنهن ڪينئڙو ويهڻ وينجهار دل تو لئہ سڪي.

## غــزل 55

سِڪي سِڪ ۾ سُڪي ويو سِڪي مرندس سگهيرو اچ،
جِيئڻ مُشڪل جُدائي ۾ نہ جيء سگهندس سگهيرو اچ.

(1)

ورونهن ڪئي وياڪل دل ويڳاڻل وڏوڙل دل،
نہ ڪوئي سڪ سوا توکان پِرين سمهندس سگهيرو اچ.

(2)

مجڻ تنهنجو مٿا آ ڪر اسان جو فرض بس آزيون،
اچڻ وس تو چوڻ وس مون پيو چوندس سگهيرو اچ.

(3)

طبيبن کان نہ تشخيص طبيعت جي توهان ري ٿئي،
جڏهن ايندين اچي ملندين تڏهن بچندس سگهيرو اچ.

(4)

جيئڻ جاني جدا توکان نہ مولا بخش جي سرندي،
ملڻ لئہ ميڙ ميڙن جي مٿان مجندس سگهيرو اچ.

## غــزل 56

فراقن دل وڍي ڦاڙي فضل جو يار ڦيرو ڪر،
ٻُري ٻي ٻاڳ ٻوري تي ٻلائي ساڻ ٻيرو ڪر.

(1)

تـڳان هڪ تـوهـ ٿو تنهنجي نہ توري ٻي طلب تن ۾،
عـنـايت ڪر اها مونتي نہ ٻاسي ڪان ٻاسيرو ڪر.

(2)

اڱڻ اينديـن انهي آسي اندر اڪڙين اوڇاڳا ڪيا،
اچڻ جو يار ڪو احسان اويرو يا سويرو ڪر.

(3)

هجي جهڙي نيت تهڙي مزوري يار ملندي آ،
مندي ڪيڏ من مان من پنهنجو نہ مولا بخش ميرو ڪر.

## غــزل 57

چڪـايم ساهُ تو سڪ جو سدائين دل سڪي تولا،
نهوڙي نيهن نيو تنهنجي نہ ڪر ناتو ڍلو ڍولا.

(1)

ڪپين ٿو تون خدا ساڪي خلق پي ڪان خفا آهيان،
ڳجهين ڳالهين ڳڻن ڳاريس ڳجهي تنهنجي ڪريان ڳولا.

(2)

سوا تو ڪان سڄڻ سائين سڄو عالم اونداهون آ،
عنايت سان اچين تون جي اڳڻ اڪين لهن اولا.

(3)

ڏڪيندين دوست جي در تان ڇڏيندس تہ بہ نہ تنهنجو در،
منهنجو تون هڪ تنهنجا مون جيئن سڄڻ سنهيار سئو ڳولا.

(4)

اهي ڏکہ ڏور ٿي ويندا سڄڻ ايندو وصل ٿيندو،
نہ ٿي مايوس مولا بخش گهٽو آ مهربان مولا.

## غــزل 58

سڙيل دل سوز واري جون سڄڻ سهڻا صدائون سُڻ،
الله ڪارڻ عشاقن ڏي اکيون خوني خماريل ڪڻ.

(1)

ڪيـا هـاڃا هجر جاني جلن پيا جيءُ جگر جاني،
ڪڏهن ايندين انـدر پئي ڪائي اها اُڻ تُــڻ.

(2)

وسارڻ سان نہ ٿو وسرين سدائين يار تون سپرين،
ڪري سينگار جي نڪرين تہ ڪن وهہ واهہ تا وڻ ٽڻ.

(3)

ورڻ جي وار تون وائي ملڻ جي منڊ آ آئي،
سڄي ڏس سنڌ تي سائي ڦٽي ساوا ٿيا گُل وڻ.

(4)

مــري مــولابخش تو لا سدا تنهنجي اٽس ڳولا،
ڏلي جا ڏول اي ڏولا ڏڪج تون عيب ۽ اوڳڻ.

## غـــزل 59

هليو وئين هيئن ڇڏي تنها هيئين جا هار وه ڙي وه،
ڇڏيئي سانگا صفا توڙي سڄڻ سينيار وه ڙي وه.

(1)

سڪان سارريان نہ تون سارين سبب ڪهڙي سڄڻ سائين،
ڀلا ڇو بي سبب مونکان ٿئين بيزار وه ڙي وه.

(2)

وسان ويجهو وريدن کان اڳي تنهنجا عهد اي هئا،
ڏيئي اڄ داغ دوري جو رهين تو ڏار وه ڙي وه.

(3)

مناسب هو نہ منهن موڙڻ مٺا تو جيئن مٽيو مونکان،
جدا جيئري ڪيئي جاني جئين شل يار وه ڙي وه.

(4)

تنهنجي سِڪ ۾ غزل ڪافيون لکان ٻُڌيو ڇون ماڻهو،
لکيا مولا بخش آهن عجب اشعار وه ڙي وه.

## غــزل 60

ڪنيس ڪاڙهي ڪريان ڪيهون ڪهل تون ڪيچ وارا ڪر،
پُـليس پـنـڪـان پنّن ۾ پيئي ڪنهن پيٺي تون پسلارا ڪر.

(1)

نہ واقف واٽ ڪنهن ورجي، وتان ونجهلانَ ونڊر ووڙيان،
اسونهين اوجهڙي آهيان سٿائي تون سونهارا ڪر.

(2)

ڏڪــويو ڏونگرن ڏاڍو نہ توري ڏڌ ڏکن ۾ ڪو،
پٿر ۾ پير پيا ڦاٿي پٺو واري پسيارا ڪر.

(3)

بنيا مولا بخش مون لئہ مرون مارڳ مڙيئي مارا،
ڪروڙين ڪوهہ پيا ڪرڙا ڪرم ڪو تون ڪوهيارا ڪر.

## غــزل 61

هميشہ هجر هولن کان هيٺي حالات ۾ آهيان،
ڪڏهن ٽيندو فضل ڦيرو انهي فڪرات ۾ آهيان.

(1)

گذاريان رات ٿو ساري سڄڻ جي ڪاڻ مان جاڳي،
ڪندو ڪا ننڊ پرين پل يا پهر پرڀات ۾ آهيان.

(2)

دنيا ۽ دين ٻئي وسريا ديواني دل سڄڻ تو لئہ،
طلب ۽ تانگهہ تنهنجي آهي تنهنجي تات ۾ آهيان.

(3)

مدينو يا مڪو مسجد وڃن ٿا ويل تنهن وسري،
اوهان جي عشق جي ايندو جڏهن جذبات ۾ آهيان.

(4)

نہ ٻيو مذهب مڙهي سگهندين مُلان مولابخش تي ڪيئن؟
مگر آئون اهو عاشق نہ ڪنهن جي نيات ۾ آهيان.

## غـــزل 62

تنهنجي سڪ سوز دل ساڙي خودي ڪي چڏ خدارا مل،
جيئڻ مشڪل جدائي ۾ جڏي جيءَ جا جيارا مل.

(1)

ڦٽي فرقت ڪيو فاني فراقن دل وڏي ڦاڙي،
پلائي پال پيرا ڪر پلائي سان پلارا مل.

(2)

پـنـان پنڙيـات جيئن پل پل پيارا پيار ڏي پل ڪو،
صدائون سوال سائل جا سٽي سائين سونهارا مل.

(3)

ستـائي يار سڪ تنهنجي اُتاري رات آڌيءَ جو،
هجر هاڃي سبب هر هر ڪريان هٿ هٿ هونگارا مل.

(4)

مـري ويندس نه جي سگهندس سوا توکان سڄڻ سائين،
مـيان مولابخش تي اڄ مهر ڪر ماهه پيارا مل.

## غــزل 63

جدا تو کان جيئڻ آهي جنجل جاني نہ جي سگهندس،
وڏا وڍ ڏس وجودن کي ونجهل جاني نہ جي سگهندس.

(1)

فــراقي دل قتيل جي آ کپي تنهنجو فضل ڦيرو،
رڳوئي تون رهين ٿو جي رُٺل جاني نہ جي سگهندس.

(2)

سڙي سک ۾ سڄڻ سائين اندر آڳار ٿي ويو آ،
اگهائي عشق جي آهي اصل جاني نہ جي سگهندس.

(3)

ويهڻ وهہ ٿيو وتان ونجهلان ويڳاڻو ٿيو ورهيـن کان،
ٿيس مولا بخش مجنون مثل جاني نہ جي سگهندس.

## غــزل 64

هينئي حيران هر هر آ ڪيا هاڃا هجر دلبر،
انهيءَ ارمان ۾ آهي اندر تي ويو اگر دلبر.

(1)

نهائين جي نموني تو سڙان در سوز اي ساڄن،
اندر ٿيا آگ اولانيا نه ڪجهه ڀاڦون ڀهر دلبر.

(2)

حياتي تي بقا ۽ ڀروسو ڪهڙو يار آهي؟
ملي وڃ مهرباني ڪر پرين پل يا پهر دلبر.

(3)

نفل نيتان نمازون تو نيت آهي نفي جي هڪ،
ملين تون هڪ مٺا مونکي نه گهرجي مال زر دلبر.

(4)

زهد تقويٰ ويئي وسري طلب ۽ تانگهه تنهنجي ۾،
تنهنجو مولابخش آهي مدامي منتظر دلبر.

## غـــزل 65

اڱڻ اڄ آس وارن جي عجيبا التجائون مڃ،
پلي بي ڀاڳ پوري تان پلائي سان نه پيرو پيچ.

(1)

سوا توکان سچڻ سهڻا نه ساوڪ سائي گـلشن ۾،
ڏيکاري بـاغ بربادي صفا سانوڻ لڳي تو سُڃ.

(2)

سڪان ساجن سدائين تو تنهنجي ديدار لئه دلبر،
سڪايل کي سڪائڻ ڇڏ اکيون سامهيون سلوٽيون سڄ.

(3)

مـرڻ هارو مٺا مولا بخش تنهنجي هجر ۾ آ،
مرڻ کان مهند اُن سان هڪ دفعو دلبر ملي تون وڃ.

## غـزل 66

ڪٽي نازڪ ڪڏهن نظرون نهارين ها تہ بهتر هو،
جڏي جيءَ کي جيئين جاني ٻجيارين ها تہ بهتر هو.

(1)

سچڻ سوالي رهيس سڪندو سدائين سرُڪ هڪڙي لاءِ،
پرين پيالو پنهنجي هٿ سان پيارين ها تہ بهتر هو.

(2)

ڏيئي گهورون ڇڏيئي گهائي نہ ڪيئي ڪا گڏ گذارڻ جي،
گهڙي ڪن يـار گهايل سان گذارين ها تہ بهتر هو.

(3)

ملڻ لئہ ملڪ تنهنجي ۾ مٿا مولابخش آيو،
ڪلي خوش تي ڪٽي خوشتر ڪيڪارين ها تہ بهتر هو.

## غــزل 67

منٺ مڃ مون ساڻ مل محبوب مغروري نہ ڪر،
دوست ڳاري درد دل محبوب مغروري نہ ڪر.

(1)

هڪ حياتي هڪ ٻہ ڏينهن مل منجهہ حياتي هڪ دفعو،
اڄ سيان ايندم اجل محبوب مغروري نہ ڪر.

(2)

سنجهہ صُبح تو' در سدا پينار جيئن آ پيار لئہ،
پينار ڏي ڪو پهر پل محبوب مغروري نہ ڪر.

(3)

تنهنجي پرچاءُ لئہ پرين پلٍ پل وجهان پوتيون پلاند،
تہ بہ رهين رانجهن رٺل محبوب مغروري نہ ڪر.

(4)

مهرباني ساڻ ٿي مهمان مولابخش وٽہ
ويهہ گهڙي مون وٽ ونهيل محبوب مغروري نہ ڪر.

## غزل 68

ڪري وڃ ڪو ڪڏهن پيرو پلا پورل پلائي ڪر،
جيئان جيسين نہ تون تيسين جڏي جي سان جدائي ڪر.

(1)

سڄڻ ماري درد هي دل خدا ڪارڻ خودي ڪي ڇڏ،
اڳڻ تي اچ اڳيان پيو تل عنايت بس اهائي ڪر.

(2)

هجر هيٺا ڪيا نس هڏ سڏيان سُڌ ڪيوسڄڻ ٿيڻ سڏ،
ملي وڃ يا تہ ماري ڇڏ قبولڻ ڳالهہ ڪائي ڪر.

(3)

گهري مولابخش هر هر پري ڏي ڪو سڄڻ ساغر،
پياري هڪ پيالو پُر نشي نينهن جو نشائي ڪر.

## غزل 69

برهہ جي باهہ ڏني پڙڪي ڄيرائن ٿا ڄييون ڄيرا،
جُدائي جوش جل پاريا، جلي ويا جيءَ جگر جيرا.

(1)

ڏُکن ڏونهيون ڌنارن جون، ڏکايا داغ تئين دردن،
انهيءَ بارڻ جي ٻر ٻر کان پريو پيا ٻُٽ وچن پيرا.

(2)

برهہ جي بيقراري کان، برابر باهہ ٿيو بستر،
اسر آڌي نہ آرامي اکين مان آب اوهيرا.

(3)

اوهان جي عشق کان مليا، اسان انعام آهن هي،
اندر اُڻ تڻ اکيون آليون، عُمر پر وار اڇيرا.

(4)

ڌني فرقت جي ڌوڙائي، قريب المرگ ڪيو آهي،
مٺا مولابخش وٽ آ، پڇاڙي دم پري پيرا.

## غـزل 70

ڪري وڄ ڪو ڪڏهن پيرو پلا تون ڪنهن بهاني سان،
جدائي جـانِ جهوڙي آ جلد مل تو ديواني سان.

(1)

ڪنان دوري سبب دلبر اکين مان جام واهيان جر،
اگڻ تي ياد ايندو ڪر ڪميٽي وٽ قضاني سان.

(2)

هميشہ دور گهارين ٿو مٺا محبوب مارين ٿو،
نچيو نازڪ نهارين ٿو نموني نازياني سان.

(3)

مٺي سڪندي عمر ساري زورا ور يار مڇ زاري،
مٺا ڪرڪا ملڻ واري تون مولابخش پانهي سان.

## غــزل 71

وياسين يار جي وڇڙي ته باغن ۾ ملڻ ٿيندو،
ملڻ جيڪر نه ٿيو پوءِ پيو خوابن ۾ ملڻ ٿيندو.

(1)

اٿي پوندا ۽ حق گهرندا جڏهن هي هيسيل ماڻهو،
پيارا يار پنهنجو تن جلوسن ۾ ملڻ ٿيندو.

(2)

جڏهن ٿيندو ختم هي دور محبت تان بندش وارو،
تڏهن آزاد ٿي پپرن جي چانون ۾ ملڻ ٿيندو.

(3)

قحط ويندو وطن وسندو ٿيندي سائي جڏهن سنڌڙي،
تڏهن پوءِ کيت کيڙيندي کيتن ۾ ملڻ ٿيندو.

(4)

لهي ويندي جڏهن هي روڪ ماڻهن جي مٿان ماڻهن،
تڏهن مولا بخش هلندي چوراهن ۾ ملڻ ٿيندو.

## غــزل 72

سنيہ دل سفر تي صنم کي ڏسون،
وڇوڙي ۾ وينا ڪنهن غم کي ڏسون.

1

ڪڏهن لامڪان ڪنهن مڪان ۾ نہ ملندو،
اُتي اڄ جو اڄ هل عدم کي ڏسون.

2

ڏسڻ جو گهرون ٿا نہ تو سوئي ڏسجي،
پيا هت لکن ۾ پدم کي ڏسون.

3

ڪدورت ڪڏي رس ڪريمي کي ڪاهي،
ڪچاڙي لئہ ڪنهن جي ڪرم کي ڏسون.

4

نڪا نعيم ملندي منعم ڪان سوا،
مولابخش مرڳو ٿي منعم کي ڏسون.

## غــزل 73

چپ سنهيارا چاڳلا تو چاڳ، تو چاڳ مون مارين ٿا،
ماهرو مرڪي مڪيو مسواڳ، مون مارين ٿا.

1

ملڪ ساڳي ماڳ ساڳي، مينهن موٽن مند تي،
تون نہ موٽين ماڳ ساڳي، ماڳ مون مارين ٿا.

2

رس نہ رانجهن تون رسين تہ ڏيهہ ڏوهاڳڻ ٿو چوي،
لاءِ نہ لالڻ اي لقب اي لاڳ مون مارين ٿا.

3

ٿو سڪان ساريان سدا تنهنجي صورت ڪي صنم،
رات ڏينهن تو- لئہ روئڻ جا راڳ مون مارين ٿا.

4

منهن مٽيئي مولابخش ڪان ڪهڙي ڪاوڙ آ قريب،
ور وڇوڙي جا وڏيو ويراڳ مون مارين ٿا.

## غـــزل 74

مونکي چريو پاڳل سمجهن ماڻهو، يار اياڻا کي،
کئين ڏيکاريان تن کي آئون ڏاهپ وارداڻا کي.

1

مون تي کنهن جي چانوءِ به ناهي منهنجو هيسيل هانءُ به ناهي،
منهنجا حال ۽ خيال سدائين آهن شاهه شاهاڻا کي.

2

پنهجو پورو پاڻ نه ڄاڻن آيا هت ڇا ڪاڻ نه ڄاڻن،
سي ڇا سمجهن عشق جون خبرون سمجهن صاف سياڻا کي.

3

عاشق آهيان عشق جي صف ۾ شامل ناهيان ڏکڙ دف ۾،
ازل کنان ئي عشق ڏنا هي انگ منجهه اولاڻا کي.

4

جهريو جهوري منجهه جهران تو تن لئه مولابخش مران تو،
ماڻهن جن هي ماڳ مٽي ڙي ترن برن کيا تاڻا کي.

## غـــزل 75

مون مٺا مسڪين سان تنهنجي هٽي دل چو هٽي،
ڏيئي فقر فيراق منهنجي تو ڦٽي دل چو ڦٽي.

1

منهن مٽيو مون کان وتين تو ڪهڙي ڪاوڙ آ قريب،
چو ڪلي نہ تهڪ ڏين ٿو ويئي ٽٽي دل چو ٽٽي.

2

گهڻ غريبن جو ڪرين ٿو غور گهائي گهور سان،
گهاءُ انهي گهايس تہ تنهنجي آ گهٽي دل چو گهٽي.

3

اڄ نہ اڳيون آهي تنهنجو موڊ مولابخش سان،
مون کان مهندين محب ٿو محبت مٽي دل چو مٽي.

## غـــزل 76

زماني جا طوفان مٿي نيٺ ويندا،
ڪڏهن واءُ گرم ۽ ڪڏهن سرد ٿيندا.

1

ڇڏيا لڪ لوساٽي اگر پڻ پراڻا،
نوان پڻ گلن ۾ ڦٽي نيٺ پوندا،

2

وري واءُ ورندا وري وڻ به ڦٽندا،
ڇتونڙا چمن ۾ ٻوليون ٻوليندا.

3

نه ٿي دل شڪسته تون بلبل چمن ۾،
ايندي مند بهاري ۽ وڻ گل جهليندا.

4

مولابخش مايوس ٿي نه ڏسي گهاءُ،
پاڻهي ويچ ورندا پاڻهي گهاءُ ڇڏيندا.

## غــزل 77

دل دکي دانهون ڪري ٿي دانهن ڪا دلدار ٻڌ،
ٻاجهه وارا ڪر مٺا ٻاجهه سان ٻاڪار ٻڌ

1

مهرباني سان مل مونسان خلاصي جاءِ خليل،
حال مون بي حال جو هيڪل ڪنو هيڪار ٻڌ

2

وچ درياءَ ويرن وڪوڙي، ٿي وسيلو واهه وئي،
سير ۾ ٿيو ساهه سوڙو، پيو سڏيان سرڪار ٻڌ

3

ڪرم ري ڪانهي ڪنڌي هاڻي ڪپر ٿو ڪن ڪري،
ڪرم ڪارڻ ڪونج جيئن ڪڪڪان ڪريان ڪو ڪار ٻڌ

4

مهنڊئي مولابخش جا وينتين سان ويچ ڪيئي،
عرض هن اڳلي سندا اڄ بي دفعا بيهار ٻڌ

## غــزل 78

ڪٿي نازڪ ڪڏهن نطرون نهارين ها تہ بهتر هو،
جڏي جيءَ کي جيئين جاني جيارين ها تہ بهتر هو.

1

سڄڻ سوالي رهيس سڪندو سدائين سڪ هڪڙي لاءِ،
پرت پيالو پنهنجي هٿ سان پيارين ها تہ بهتر هو.

2

سڪي سڪ ۾ سُڪو آ ڙت سندم سائو نہ سنڌ آهي،
سَڪايل کي سڄڻ سائين سنپارين ها تہ بهتر هو.

3

ڏيئي گھُورون ڇڏيئي گھائي، نہ ڪيئي ڪا ڳڏ ڳذارڻ جي،
گھڙي ڪا ڪن گھايل سان ڳذارين ها تہ بهتر هو.

4

ڪيم ڪيهون قرب ڪارڻ قربيدران ڪيئي لوڏي،
ڪميڻي کي نہ ڪوهيارا ڪوارين ها تہ بهتر هو.

5

ملڻ لئہ ملڪ تنهنجي ۾ مٺا مولابخش آيو،
ڪلي خوش تي ڪٿي خوشتر ڪيڪارين ها تہ بهتر هو.

## غـــزل 79

وکوڙي دل ورونهن آ، وساريئي يار ڇا ڪريان؟
بنايم اڄ برهه بلبل مثل بيمار ڇا ڪريان؟

1

سوين راتيون سڏيم سڏڪا پريو. سڏ سُئا نه تو ساجن،
عجب آهي وئي تي بي اثر اوچنگار ڇا ڪريان؟

2

سوا تو ساوڪن ۾ سُڄ ملين سڄ ۾ ته سِڄ ساوڪ،
بنا تو بر لڳي تي مون پري بازار ڇا ڪريان؟

3

ڪيو قالو بليٰ قيديٰ قلب قابو ۽ دل قابو،
ازل کان ئي اڙيو ارواح اندر اقرار ڇا ڪريان؟

4

مڪر مولابخش ميڙون نه تا مهندان ميڃن موران،
ڇڏيا سانگا سڄڻ توڙي صفا سنهيار ڇا ڪريان؟

## غــزل 80

زماني سڄي کي صفا بس ڇڏيوسون،
هينيو هيڪڙي جي حوالي ڪيوسون.

1

هري دلڙي هڪ هنڌ هُري هڪ هيئن ۾،
حسن صرف هڪ جي نهوڙي نيوسون.

2

هئي دل ٻه هڪڙي حوالي ٻه هڪ جي،
هتي هاڻ باقي بدن بس بچوسون.

3

وسي دوست ۾ دنيا ڏوڙ پانيون،
خلق سان ڪلڻ جو ڪڇي خيال ويوسون.

4

مڙيئي يار مولابخش دل هُتي آ،
هتي جو ڏنلو دل وندر لا ڪيوسون.

## غــزل 81

سور تنهنجي سک ڦٽايا ثابتي لئہ گيت پڏ،
سوز ساڙي سورِ جا ساجن سريلا گيت پڏ.

1

نيهن نيو نازڪ نهوڙي ننڊ نيڻن کي حرام،
جل جدائي جوش کان جوڙيان جوشيلا گيت پڏ.

2

پيو گذارين تون پري پيغام پهچڻ کان پري،
من پڄي پيغام جهونگاريان انهيءَ لا گيت پڏ.

3

حال مون بي حال جو آڻي بہ آخر ڪير ات،
هي ٻڌائن حال جي لئہ هوت حيلا گيت پڏ.

4

راڳ تي ريجهي اي راڻا مَان محفل ۾ اچين،
پيو پڙهايان رس رهاڻن منجهہ رسيلا گيت پڏ.

5

مان مدامي مست مولابخش ملڪان ملڪ ۾،
دوست ڳايان درد کان در در دردِيلا گيت پڏ.

## غـــزل 82

يار پيا سڀ مون وساريا يار هڪ تنهنجي ڪري،
دل سچي دنيا ڪنان ٿئي ڏار هڪ تنهنجي ڪري.

1

سک سنڌ ساجن وڃايم سک صبر سالم دماغ،
ننڊ ڦٽي نيڻن وهايان نار هڪ تنهنجي ڪري.

2

ڌن دولت جو نہ دل ۾ دم ٿئي دلبر دليل،
درد واري دل ٿئي دلدار هڪ تنهنجي ڪري.

3

يا خطا يا ڪا خيانت ڪانہ مون ڪنهنجي ڪئي،
خاص ڪائي خلق مونتي خار هڪ تنهنجي ڪري.

4

سک نہ سهٽي سنڌ ۾ تو ريءَ مليم مولابخش،
ڏهہ لڳي مونکي وطن وينجهار هڪ تنهنجي ڪري.

## غــزل 83

سال تي ويا حال اوريئي آءُ تہ اوريون حال ڪي،
آ اڱڻ تي پيچ نہ پيرا ڪر پلايون پال ڪي.

1

اڄ نہ تو سان عشق آهي هو ازل کان ئي عجيب،
ساهہ ۾ سانڍيم سڄڻ سڪ تنهنجي صديون سال ڪي.

2

رب ڪريان راضي انهي لاءِ مان ميڙي محب مون،
پيا نہ گهرجن مونکي موران موتي ماڻڪ مال ڪي.

3

مون ڏٺيون مولابخش لک مور جهڙيون مورتون،
مٽ نہ پانيان مور سي سهڻا سڄڻ تونال ڪي.

## غــزل 84

منهنجي جنهن سان آهي ٿي الفت الستي دلربا،
دل تي دائم نقش آهي هڪڙي هستي دلربا.

1

دل لڳي ويئي دوست توسان تون هنئين ۾ هڪ هميشہ،
خار ڪائي خوب ان ڪان خلق خستي دلربا.

2

ڪر نہ قاضي ڪاوڙون محبت نہ ٿيس مئي خانہ ۾،
عشق وارن ڪي ڏسي تي راهہ رستي دلربا.

3

واءُ وريو ڪهڙو الاجي ملڪ تنهنجي ۾ مٺا،
آهي هڪ محبت مهانگي سڀ شيءِ سستي دلربا.

4

مهند مولابخش ڪان ڪُي ملڪ تو لئہ مست هٿا،
مڙني مستن ڪان مٿي آ مونکي مستي دلربا.

## غــزل 85

هٿ ۾ هٿ ڳنڍ يار هئا پر ڏينهن سي گذري ويا،
سونهن هئي سينگار هئا پر ڏينهن سي گذري ويا.

1

مخفي ملاقاتون هيون محبوب سان ميلاپ هو،
ناز ۽ نخرا هئا پر ڏينهن سي گذري ويا.

2

اک اکين سامهون کتل هئي اک اشارا هئا عجيب،
چشم چقمق چار هئا پر ڏينهن سي گذري ويا.

3

پٽ پٽيهر جون پوشاڪون پهريل هيون پرواه نہ ڪا،
نيڻ سرميدار هئا پر ڏينهن سي گذري ويا.

4

منهن ۾ مهڪ مکڙي مثل هئي موج ۽ ميڙا گهڻ،
گهوڙا بہ ميڙي مار هئا پر ڏينهن سي گذري ويا.

5

جوش هو جواني هئي جوڀـــن هيو جنسار هو،
برهہ برسرِ بار هئا پر ڏينهن سي گذري ويا.

6

مهل مهندوڪي وري مولابخش مشڪل ملي،
عشق هئا اشعار هئا پر ڏينهن سي گذري ويا.

## غــزل 86

ڇڏ دنيا او دنيا وارا هي حياتي بي بقا،
ور خدا ڏي ڇڏ وسارا هي حياتي بي بقا.

1

محل محلاتون مزا آل اولاد و عيال،
اي مڙيئي اٿنان اوڌارا هي حياتي بي بقا.

2

هي هلڻ جي جاءِ آهي هت نہ هونداسون هميشہ،
هوڏ هٿ کي ڇڏ هنيارا هي حياتي بي بقا.

3

گهوڙا ۽ گهوڙي سواريون گل سنگهڻ گلشن اندر،
باغ يا بستيون بهارا هي حياتي بي بقا.

4

ڪٿ ڪسر ڪسريٰ جا رهندڙ اڄ اڳيون آڄون ڪٿي،
منجهہ قبر ڏس ڪلنگي وارا هي حياتي بي بقا.

5

ابدال عارف اڄ ڪٿي ۽ انبياءُ جي اڳ هئا،
ات وٺو عبرت او يارا هي حياتي بي بقا.

6

”ڪل نفس ذائقتہ الموت“ مولابخش سمجهہ،
ڪر عبادت ڪجهہ اسارا هي حياتي بي بقا.

## غـــزل 87

منهنجي مٺڙن مارن جو شل ديس سدا آباد هجي،
سهڻي سنڌڙي وارن جو شل ديس سدا آباد هجي.

1

جت مردي اهڙا مرد هجن جي مرندي مورڙ مات ميڃن،
تن دولهه دوري پارن جو شل ديس سدا آباد هجي.

2

جي پايون اهڙا پار چٽن سنڌڙي تنهنجي سونهن ٿين،
تـن پاين پاڳهي پارن جو شل ديـس سدا آباد هجي.

3

جي جويون پنهنجي لڄ مرن ۽ ڌاريا کهنيا ڌوڙ وڃهن،
تن ماين مارئي پارن جو شل ديس سدا آباد هجي.

4

جي مولابخش مرد هٿا ۽ سنڌڙي جي چٽو گرد هٿا،
تن ماڻهن مـٽيادارن جو شل ديس سدا آباد هجي.

## غــزل 88

## (وڏي ڀيڻ لاءِ دعا)

ڪندو مولا مدامي تون منيرا يار خوش هوندين،
هوندءِ رب پاڪ جي رحمت هميشه جا هار خوش هوندين.

1

گلابن جي گلن وانگر ڪڙيو رهندين ٽڙيو رهندين،
هوندين سرهو سدائين تون اندر سنسار خوش هوندين.

2

منهنجون دعائون صدائون هي اگهائيندو الله سائين،
وڏي هوندي عمر تنهنجي سدا صدبار خوش هوندين.

3

خدا تنهنجي خُلق خاصي ڪندو هن خلق ساري ۾،
ڪندين چوڏهين مثل چنڊ جيئن چمڪ چمڪار خوش هوندين.

4

اسان آهيون وچڙ وارا اوهان آهيو رهڻ وارا،
اگر ڏيندين اسان کي پل پيارا پيار خوش هوندين.

5

گهري مولابخش ٿو لئه صبح سانجهي دعائون ٿو،
دنيا ۾ دم بدم دائم منهنجا دلدار خوش هوندين.

## ڪافي 1

تو رُسي راڻا رلايو تي رلان راتو ڏينهان،
وئين رئاڙي رت ڦڙا روئيندي وتان راتو ڏينهان.

1

مينترا ڙي موڪلائي تو ميو موڙيو جڏهن،
پوءِ نہ ستيس ڪا گهڙي سک ساک سان راتو ڏينهان.

2

هڪ مٽيو تو منهن مٺا پيا ملڪ جا مهٽا مٽر،
سور انهيءَ پيئي سودا سڙان راتو ڏينهان.

3

نالي مولابخش ڪر ونج جو راڻا رکيئي،
موٽ مٺڙا منت مڃ ميڙون مڃان راتو ڏينهان.

## ڪافي 2

تون نہ ڇڏ مان تنهنجي آهيان گند يا گندري گندي،
جهڙي آهيان تهڙي آهيان سهڻا سائين تو سندي.

1

سو ڪري ٿو سوئي. ڙ جهڙو جنهن ڪي ٿو جڳائي،
تون ڏرا ڪر پلايون مان هجان ميري مندي.

2

تون هلائج مونکي سائين سنيئن صراط المُستقيم،
آئون اسونهين اوجهڙي اونداهہ ۾ آهيان انڌي.

3

ويون وڪوڙي ويرون مونکي هن سمونڊي سير ۾،
ڪرم سان ڪر ڪنهن ڪناري ڪرم ري ناهي ڪنڌي.

4

موج ٿي مولابخش اڄ من مٺان مونجهار ويا،
لفظ هڪ ”لاتقنطومن الرحمت الله“ جو ٻڌي.

## ڪافي 3

سور تنهنجي سک ڦٽايم سرت گر ساري صفا،
بلڪ بيحد بي قراري جان آزاري صفا.

1

قرب تنهنجي جو قلب ۾ پيو ڪڙهي ڪاڙهو قريب،
سور آهم تو سڄڻ صورت نه ڏيکاري صفا.

2

ڪر ملڻ منظور يا مار مڄ تون ڀنت هڪ،
زور زورا ور نه ڀتوسان ظاهري زاري صفا.

3

ياد هڪ تون يار آهين دوست دل ڪي دم بدم،
دل سڄي دنيا ڪنان ڪئي آ بيزاري صفا.

4

سار لهه سک ساڙيو پهچان به ٿيو پنڌ پري،
يار بت مان ست ختم ٿي ات پڄڻ واري صفا.

5

سک وارن لئه هجن جي سئو ڪوهه ته به سڏ پنڌ ٿئي،
هل ملون مولابخش تو چو همت هاري صفا.

## ڪافي 4

سڄڻ تو لئہ سڪان توکي سنياريندس عمر ساري،
اندر پيو عشق تنهنجي ۾ اجاريندس عمر ساري.

1

ڪٺي سهڻيون اکيون ساميون سٽئي سيني اندر صيفون،
ڪنان ان ڳهاءُ گهايل ٿيو گذاريندس عمر ساري.

2

قرب تنهنجي ڪيس قابو ڪچاڙو پوءِ ڪريان ڪنهن ٻئي؛
ڪڙي ڪونين ڪوئن ڪان ڪنواريندس عمر ساري.

3

اکر "انمايريدالله" اچارڻ ڪان عجيبا پوءِ،
نہ شامل شان ۾ توسان شماريندس عمر ساري.

4

حڪم هڪڙوئي مليم مولابخش "مدت في القربيٰ"،
نہ ديگر دوست دنيا ۾ تہ ڏاريندس عمر ساري.

## ڪافي 5

لڪا سونھن پڳاسون، نہ بلڪل ٻپياسون،
اڙي عشق جي ۾، اچي نيٺ وياسون.

1

هنيو نيهن نارو، پڳو عقل سارو،
پري ويو پيارو، ٻارڻ منجهہ پرياسون.

2

عشق جي اگهائي ٻہ سنڌ سنڌ سڪائي،
جلي منجهہ جدائي، رڳو رڪ ٿياسون.

3

بــرهہ جي بيماري، نيئي سرت ساري،
نـــظر تــاز واري، نهوڙي نياسون.

4

مولابخش ماتم، مثل آهي محرم،
وڇوڙي سندي غم، ڪنان پي رناسون.

## ڪافي 6

عجب آهي عجب آهي عجب آيو زمانو آ،
هليا ويا باغ مان بلبل چمن جو آشيانو آ.

1

دنيا ڇا هي دنيا سان ڇو اڙائي دل اڙيو آهين،
بلا آهي بري آهي برو هڪ بند خانو آ.

2

نہ هي هوندو نہ هُو هوندو هميشہ حيءُ هوندو هڪ،
رهي ڪو ڏينهن ڪو سالون ٿيو هر هڪ روانو آ.

3

مهل سک جي سيئي سنگتي ڏسي ڏک پر متن منهن ٿا،
اهو دستور دنيا جو اهو ئي دوستانو آ.

4

عقل اعمال جي آڌر عمر انسان تو گهاري،
سبب ڪهڙي مليا ڏک سک اهو خالي بهانو آ.

5

هزارين رنگ جي دنيا هزارين ڏي لقب مونکي،
چڱو ڪو چئي مدو ڪو چئي مولابخش مستانو آ.

## ڪافي 7

تنهنجي تات لڳم لات، ڏينهان رات روئان ٿو،
هلي آءُ گلي لاءِ، تنهنجي ساءُ سکان ٿو.

1

لڳي هير اندر جهير، پون نير وهن ٿا،
نڪو ڏينهن نڪو رين، سڄڻ چين ڪيان ٿو.

2

تنهنجي نيهن سندي شيهن، ڏنگيو ڏينهن ڏٺي جو،
انهي ڏنگ درد دنگ، ڪيو هاءِ روئان ٿو.

3

ڏسي حال ڪري پال، مڃي سوال هلي آ،
نڪو زور مٿا مور، پلو پانڌ وجهان ٿو.

4

نہ ٻي چاهہ رهي هاهہ، پنهنجو پاڻ وڃايم،
تنهنجي عشق سندي مشق، مولابخش لکان ٿو.

## ڪافي 8

لڳم پــاروچو پاڻ جيڏيون،
گهر نہ گهاريندس هاڻ جيڏيون،

1

ڪــوهہ رلندس ڪاڙهہ تتي ۾،
ڪــوهياري جي ڪاڻ جيڏيون.

2

جيڏانهن آهي جوءِ جتن جي،
تيڏانهن تن جي تاڻ جيڏيون.

3

پنيان پنهل پٽرن ۾ پٽي،
پرزا ٿيندس پاڻ جيڏيون.

4

من ۾ مولابخش منڊي ويو،
محبت جو مانداڻ جيڏيون.

## ڪافي 9.

ڪيو يار قسمت پري چا ڪريان؟
سنڌو عشق پارڻ پري چا ڪريان؟

1

هجي وس ها تہ هيئن نہ سڪان ها،
نڪي راتيون جاڳي روئان ۽ رڙان ها،
نہ تي ميلو قسمت ڪري چا ڪريان؟

2

ملڻ لئہ تنهنجي ڪي حيلا ڪيا مون،
ڏاڍا در فقيرن پيرن جا پڇيا مون،
نہ تو رب ملائڻ گهري چا ڪريان؟

3

مولابخش مرڪڻ ڪڏهن ڪر ڏنو هئم،
اها مرڪ من تان وري ڪانہ وسريم،
هنيئن پر اچا ٿي هري چا ڪريان؟

## ڪافي 10

راڻا تنهنجي راڄ ۾،
ڪئي مونسان ڪنهن نہ وفا.

1

مان جن جي لاءِ مئيس، جي پنهنجا ئي سمجهيم،
سڀ ڏاريا ثابت ٿيا، ڪئي مونسان ڪنهن نہ وفا.

2

مون جنهن کي ٿي ڳولي، سڀ گهاءَ ڏسيا دل ڪولي،
تن ويتر گهاءُ ڏنا، ڪئي، مونسان ڪنهن نہ وفا.

3

ڪيئن ڪنهن کان منهن موڙيان ڪيئن، پنهنجو شيوو ٽوڙيان،
آهي منهنجو شيوو وفا ڪئي، مونسان ڪنهن نہ وفا.

4

ڪيئن ڪريان ڪا بہ شڪايت، آهي پيار محبت عادت،
منهنجي مولابخش صفا ڪئي، مون سان ڪنهن نہ وفا.

## گيت 1

اڏي جا عاشق آهيون يار،
ڪيئن ڪنڌ ڪڍايون يار.

1

مرڻ ۾ آهي مان اسان جو، ڊڄون مرڻ کان پوءِ ڀلا ڇو،
ارڏا اڙٻنگ آهيون يار، ڪيئن پوءِ ڪنڌ ڪڍايون يار.

2

هن سماج جا آهيون باغي، سچ چئون پيا ساکي ساکي،
ڳلي ڳلي پيا ڳايون يار، ڪيئن پوءِ ڪنڌ ڪڍايون يار.

3

مهڙو سمجهون موت اسان، رڻ جا آهيون گهوٽ اسان،
رت جي ميندي لايون يار، ڪيئن پوءِ ڪنڌ ڪڍايون يار.

4

مهڙو مولابخش مرڻ ۾، کهڙي آ پوءِ جس جيئڻ ۾،
مارو مر ته ملهايون يار، ڪيئن پوءِ ڪنڌ ڪڍايون يار.

## گيت 2

تنهنجي پڇ ڳڇ مون کان ڪهڙي، پڇ نه زمانا منهنجا حال،
آئون اڪيلو آئون اڪيلو، ڪو به نه منهنجو ٿيو هم خيال.

1

آئون هڪ مست، موالي آهيان، دل ۾ ويٺو پور پچايان،
ڪنهن جي لاءِ ڪجهه ٿو ڳايان، مونکي ڪيو آ قرب قوال.

2

تون ٿو پوڇين سوئي پوڇ، مان ٿو پوڇيان ڪينجهر منڇر
مرشد منهنجو آهي قلندر، مستو مست قلندر لال.

3

مونکي وٺيو ڪو ڪو ماڻهو، جيڪو ماڻهو موتي داڻو،
پاڻ وفا ري ڪجهه نه ڄاڻون، تون ٿو ڄاڻين تيرهن تال.

4

مونکي تنهنجي سمجهه نه آئي، وٺي به تنهنجي ڳالهه نه ڪائي،
تو وٽ نيائي يا اڻنيائي، بڻي هٿ جهڙا هڪڙي ڳالهه.

5

مولابخش مولائي آهيان، هڪ جو آهيان ٻي جو ناهيان،
جنهن جو آهيان تنهن کي چاهيان، ٻي جو مون سان ڇڏ سوال.

## گيت 3

ڳول اڙي دل ڳول،
کھڙا تنهنجا سيڻ سچا.

1

ڪنڊا ڪنهنجي ڪچ ۾ آهن،
ڪنهن جي مگرا جهول،
ڳول اڙي دل ڳول.

2

ڪنهن جي منڊي پولي آهي،
ڪنهن جا ٻاڙا ٻول،
ڳول اڙي دل ڳول.

3

ڪير مدامي موڪيءَ وٽ هئا،
کھڙا آيا هاڻي رول،
ڳول اڙي دل ڳول.

4

مهل ڪمهلو مولابخش،
هل ڇڏ ٽال مٽول،
ڳول اڙي دل ڳول.

## گيت 4

آءُ اڱڻ تي ڍول اسان جي،
آءُ اڱڻ تي ڍول.

1

تي نہ پري تون پاڻ ڪري،
هي ونحن اقرب وارا ٻول،
آءُ اڱڻ تي ڍول اسان جي،
آءُ اڱڻ تي ڍول.

2

ساجن تنهنجي سڪ اندر ۾،
آهہ ڪا انمول،
آءُ اڱڻ تي ڍول اسان جي،
آءُ اڱڻ تي ڍول.

3

ڏار اوهان جي دلبر آهن،
هر هر هينئڙي هول،
آءُ اڱڻ تي ڍول اسان جي،
آءُ اڱڻ تي ڍول.

## وائي 1

ڪانهي ڪاڙهي جي ڪاڻ،

سچ پلين ڪر تاء تڪو.

1

روهہ تتي رڙهندي رهنديس، مان تہ ڪوهيارل ڪاڻ،

سچ پلين ڪر تاءِ تڪو.

2

ويندس ورڻو مور نہ آهي، ڪوهہ ڪندي ڪوساڻ،

سچ پلين ڪر تاء تڪو.

3

مون بہ چڪي آ پنهنجي منزل، مور نہ هٽنديس هاڻ،

سچ پلين ڪر تاء تڪو.

4

ماڙ نہ مولابخش ڪر ڪا پل، تون پنهنجي گرمي آڻ،

سچ پلين ڪر تاء تڪو.

## وائي 2

خوف نہ دل ۾ ڌار سگهي، ڏوريندي هل ڏونگر ۾،

1

نيت تہ اڳ پوءِ مرڻو آهي،
پاڻ مري ڪو جيار سگهي،
ڏوريندي هل ڏونگر ۾.

2

هلندي هل تون هلندين پُڄندينءَ
هانو نہ ڪڏهن هار سگهي،
ڏوريندي هل ڏونگر ۾.

3

پاڻ پٿون ڪن پٿرن ۾ ٿا،
پرت وندن جا پار سگهي،
ڏوريندي هل ڏونگر ۾.

4

ڏر نہ ڏاڍي ڏونگر ڪان،
ڏونگر ڪيئي تون ڏار سگهي،
ڏوريندي هل ڏونگر ۾.

5

موت نہ ملندئي موٽڻ ڪان پوءِ،
مولابخش ميار سگهي،
ڏوريندي هل ڏونگر ۾.

واڻي 3

كيئن هي مونكي گهاءُ لڳا،
كو بہ نہ چاڻي كو بہ نہ چاڻي.

(1)

كنهن جي جهوريو جهوراڻي آ،
كنهن لئہ نيڻن نير نيا،
كو بہ نہ چاڻي كو بہ نہ چاڻي.

(2)

ڇو، ڇڏي ڏونگر ڏوريم،
ءُ ڇو پٿرن پير ڦٽيا،
كو بہ نہ چاڻي كو بہ نہ چاڻي.

(3)

كهڙي كنهن كي كاوڙ هئي؟
ءُ كنهن هي كك ڀر كانہ هڻيا.
كو بہ نہ چاڻي كو بہ نہ چاڻي.

(4)

رات كمهلو مولابخش،
ويهي ڇو هٿا گيت لكيا،
كو بہ نہ چاڻي كو بہ نہ چاڻي.

## وائي 4

ڪنهن وٽ ڪريون دانهن،
سرتيون ساڙيو سماج.

1

سڀ وڻ ساڙي ڇڏيا سياري،
ڪونهي سائو ڪٿ ڪو ڪانهن،
سرتيون ساڙيو سماج.

2

ڪو پيو پاڙان ڇپ پٽي،
ڪو ٿو ڪاٽي ٻانهن؛
سرتيون ساڙيو سماج.

3

ڪوبه به نه چاهي ڪيئن مڪڻ ڪي،
سڀ ڪو چاهي ٿو اڄ چانهه،
سر تيون ساڙيو سماج.

4

ڪنهن ڏي ڪونهي حرف به هڪڙو،
مولابخش مڙيئي مون ڏانهن،
سر تيون ساڙيو سماج.

## وائي 5

کول پکي کنپ اڏر،
پاڻ ڇڏاءِ تون پڃري کان.

1

قيد ڪٽيندي ڪسين تائين،
اٿي اڏڻ جو سعيو ڪر،
پاڻ ڇڏاءِ تون پڃري کان.

2

ڪنهنجو قيدي ناهين تون تان،
ٽوڙ پنجوڙ پکيڙي پر،
پاڻ ڇڏاءِ تون پڃري کان.

3

پيا ڏس پيا آزاد اڏامن،
تون ڇو باندي بند اندر،
پاڻ ڇڏاءِ تون پڃري کان.

4

ڪاڻ ڪو آزادي لئہ پڙڪو،
ٽوڙي پڃرا لوهي در،
پاڻ ڇڏاءِ تون پڃري کان.

5

معنيٰ مولابخش پروڙ،
آزادي کو آهي ثمر،
پاڻ ڇڏاءِ تون پڃري کان.

## وائي 6

اديون آيس عشق اري،
پينر منهنجي بس بنپوران.

1

مرڻ جيئڻ آ وس مولاجي،
ويندس ويني کيئن سري،
پينر منهنجي بس بنپوران.

2

خان پنهل ري ڪٿن نہ سمهندس،
پاهون ڪريو پلنگ پري،
پينر منهنجي بس بنپوران.

3

ور ري ويهي گهر کيئن گهاري؟
سرتيون سڀ ڪا سوچ ڪري،
پينر منهنجي بس بنپوران.

4

آريچن سان انگ اڙيو آ،
دل مانڊي مولابخش مري،
پينر منهنجي بس بنپوران.

## وائي 7

هليو ويندس مان تون پڪ ڄاڻ،
ايڏو تون نہ ستاءِ زمانا.

1

منهنجي گيت غزل جي رهندي،
ساري سنڌ اندر سرهاڻ،
ايڏو تون نہ ستاءِ زمانا.

2

جيون ۾ ڄاڻ او جيڏيون،
ڪو ٿي سهي ٿو ڪنهنجي ڪاڻ،
ايڏو تون نہ ستاءِ زمانا.

3

چاهي فلڪ رنو رت آهي،
جو ٿئي لهندي سج لالاڻ،
ايڏو تون نہ ستاءِ زمانا.

4

مرڻ تہ مولابخش مڃيندس،
پر نہ مڃيندس ڪنهن جي آڻ،
ايڏو تون نہ ستاءِ زمانا.

## وائي 8

منهنجا جيءَ جيار سانگيئڙا،
ملندا هاڻ ملير ۾.

1

جن جي جهوري جيءَ کي جهوريو،
مارو سي مهندار،
ملندا هاڻ ملير ۾.

2

پيئي ساريان ڪيئن وساريان؟
ڳوٺائا ڳنوار،
ملندا هاڻ ملير ۾.

3

ألٽي ايري جهانگيڙن جي،
تن ۾ آهي تار،
ملندا هاڻ ملير ۾.

4

مارن جي مولابخش،
آهي سدائين سار،
ملندا هاڻ ملير ۾.

## نظم 1

هڪ وڻجارو حسن پچارو ديس تنهنجي ۾ آيو هو،
ڪنهن کي نه کلي کيڪاريو هو ڪنهن ڪونه گلي سان لايو هو.

1

هو آيو هو ڇا وڻج ڪٽي چو بيٺو هو هٽ سين هٽي،
ڪنهن کي نه پڇيو ڪيڏانهن ويو ڪنهن کي نه پڇيو ڇو آيو هو.

2

يا درد هيس يا سور هيس يا آزادي جو پور هيس،
هو لوڪ ستو ڪنهن کي نه پتو هن رات سڄي پئي ڳايو هو.

3

ڪنهن ڪا نه ڏني ڇا ڏات هيس ڪهڙي نه مٺي ڪابات هيس،
ڇا ساز هيس آواز هيس ڇا سر ۾ سوز سمايو هو.

4

هو راڳي هو بيراڳي هو ۽ درد ڪيو ڪنهن داڳي هو،
هن مولابخش پيار ڪري شايد ڪو پڇتايو هو.

## نظم2

هڪڙي حسرت اٿم هڪڙي محبت اٿم
سا نہ ڪنهن سان سليم اڄ ويهي سا لکيم،
مٺي پہ سالو هجي تنهنجي هٿ ڪان ملي،
تون اوتيندو وڃين مونکي ڏيندو وڃين،
آئون پيئندو وڃان مست ٿيندو وڃان،
انهي مستي منجهان جام جهومان نچان،
نچندي ڦيرين ڏيان پنهنجا ساٿي سڏيان،
سڏ سڻي سڀ اچن گڏ ويهي سڀ پيئن،
پر پري ٿي وڃن گڏ پنهنجا ٿي هجن،
سڀ ويهي ڪن وڃن سنڌ پنهنجو آ وطن،
پيو نہ ڪوئي اچي پيو نہ تو ڪو ڪپي،
ائين اگر ٿي پوي سنڌ ڀڪ جي پوي.

## نظم3

تون ڪنارا نہ ڪر ڪو ڪري پيو ڪري تون تہ پيارا نہ ڪر.

1

تات تنهنجي اتم لوھ لوم لڳم،
جان جهوري جهليم آءٌ منهنجي اڳڻ،
مچ منهنجو چوڻ بند مون ڏي اچڻ،
ماھ پارا نہ ڪر تون ڪنارا نہ ڪر.

2

نيڻ تنهنجا ڪچڻ شعر منهنجا نهن،
عام ماڻهو چون نيڻ نازڪ نہ ڪڻ،
ڪانہ ڦهري نہ هڻ او سهڻا سڄڻ،
تيز تارا نہ ڪر تون ڪنارا نہ ڪر.

3

يار مولابخش گرم لڪ جي جنبش،
يا فلڪ جي رنجش آهي پلڪ پهر،
پڪ گذرندو چڪر تون غمن جي اندر،
ائينءَ گذارا نہ ڪر تون ڪنارا نہ ڪر.

## نظم4

ايندا اهڙا ڏينهن ڪڏهن،
ايندا اهڙا ڏينهن ڪڏهن،
هئي جي درخت لڪ لوساٽيا،
ٻار به آهن ڏاڍن ڪاٽيا،
ڏس ته لڳن پيا سج سجارا،
ڪو به ته ڪونهي موريل ڏار،
اڄ ته برابر بانڪري پيا،
نيٽ ڦٽي سڀ گل جهليندا،
ڪي واهوندا ورندا جڏهن،
سڀ وڻ گل جهليندا تڏهن،
ايندا اهڙا ڏينهن ڪڏهن،
ها ها ٿيندا ڏينهن ڪڏهن.

## نظم5

سهڻي سنڌڙي وارا ماڻهو ڏاڍا سهڻا پيارا ماڻهو.

1

ڪاڻ نہ ڪنهن جي ڪيندا آهن حق مٿي هو هلندا آهن،
سچ سدائين چوندا آهن ويرين سان بہ تہ وڙهندا آهن،
مانجهي مرد مٽيارا ماڻهو سهڻي سنڌڙي وارا ماڻهو،

2

نيهي نياڻن ننگ سندن ۾ ڪين ڇڏيندا ڊنگ سندن،
۾ لال گلابي رنگ سندن ۾ سخت سگهارا انگ سندن،
دولهہ دودي پارا ماڻهو سهڻي سنڌڙي وارا ماڻهو.

3

هيٺن تي هو هٿ رکن ٿا ڏاڍن کان هو ڪين ڏرن ٿا،
چريا ڇيڪ ڇڙي پون ٿا پوءِ ڪر ڪيهر شينهن گجن ٿا،
محبت غيرت وارا ماڻهو، سهڻي سنڌڙي وارا ماڻهو.

4

ماڻهو مولابخش هلن ٿا باغن ۾ ڪر مور ٽلن ٿا،
پنهنجو مٽ پوءِ پاڻ لڳن ٿا خوش ٿي ڳنڍجي خوب ڪلن ٿا،
سالم سرت سگهارا ماڻهو سهڻي سنڌڙي وارا ماڻهو.

## نظم6

کو ڪئين ڪٽي؟ کو ڪيئن ڪٽي؟
هي دنيا آهي ڏينهن ٻه ٽي.

1

کو بيت لکي کو گيت چوي،
کو سخت چڙي ۽ چڙي وڙهي،
هو ته به نه مڙي کو ڪنڊ ڪٽي،
هي دنيا آهي ڏينهن ٻه ٽي.

2

ڪنهن پيار ڪيو ڪنهن خار ڪيو،
کو نيز وهائي سور سٺائي،
ويٺو ڳائي ڪوٺي زوري گلو گهٽي،
هو ته به نه هٽي هو چپ پٽي،
هي دنيا آهي ڏينهن ٻه ٽي،
کو ڪئين ڪٽي؟ کو ڪئين ڪٽي؟

# نظم 7

اي سنڌڙي تنهنجي ڌرتي تي ڏس ماڻهن مونکي ڏان ڏنا،

كنهن ساءُ جي عيوض سور ڏنا

كنهن پيار جي عيوض پور ڏنا،

كنهن گهائڻ خاطر گهور ڏنا كنهن ڦهري اڪ سان ڪان ڏنا.

1

مون جن لئہ جاڳي گيت لکيا تن مونسان هي ورتاءُ ڪيا،

كنهن ويندي ڳس پٿراءُ ڪيا ڪنهن باغي جا بهتان ڏنا.

2

كنهن سان بہ ڪتي ڪو ظلم ٿيو پوءِ شعر لکي مون سخت نديو

مون ڪان تہ ٿيو هڪ ڏوهہ اهو مون آزادي اعلان ڏنا.

3

ڪو مس مس مولابخش مڙيو ڪو مڙندي سڙندي نيٺ وڙهيو،

ڪو جي نہ وڙهيو تہ بہ دل ۾ سڙيو ڪنهن زوراور زندان ڏنا.

## نظم8

### جهنگ منجهان جونجهار اٿيا

اڄ جهنگ منجهان جونهارا ٿيا اڄ ويٽل سڀ وينجهار اُٿيا،
اڄ جوان پيا ۽ پار اٿيا اڄ ڪڙمي ۽ ڪمدار اُٿيا،
اڄ سنڌ جا سيئي يار اٿيا، اڄ جهنگ منجهان جونجهار اُٿيا.

1

ماڻهون سڀ متوالا جاڳيا ماڻهو خوش خصالا جاڳيا،
ماڻهو جيءَ جيالا جاڳيا ماڻهو پورلا پالا جاڳيا،
ڳوٺن مان بہ ڳنوار اٿيا اڄ جهنگ منجهان جونجهار اُٿيا.

2

صوفي آيا سچ ڳالهائڻ سورهيہ سنبريا سنڌ بچائڻ،
ڪونڌر ڪڏيا ڪنڌ ڪپائن مهٽو پٽ تي پير هڻائڻ،
ڌرتي لئہ تہ ڌنار اٿيا اڄ جهنگ منجهان جونجهار اٿيا.

3

گوليون خوب جهليندا سر ڏيئي سنڌ بچائيندا،
ڏنڊا خوب هلائيندا هي ماري نيٺ مچائيندا،
جي ماڻهو مٽيادار اٿيا اڄ جهنگ منجهان جونجهار اٿيا.

4

وڙهيا آهن وڙهندا رهندا داغ غلاميءَ مور نہ سهندا،
آزاديءَ کي آخر پُڄندا ٻمن ڪان هي مور نہ مُڙندا،
ننگي جي ننگدار اُٿيا اڄ جهنگ منجهان جونجهار اُٿيا.

5

نعرو جيئي سنڌ لڳائي شير پيا ميدان ۾ ڪاهي،
سانگو سر جو لاهي پاهي خوف مرڻ جو ڪنهن کي ناهي،
گهوٽ بہ غيرت دار اٿيا اڄ جهنگ منجهان جونجهار اٿيا.

6

اڳيان پرتو ٻمن سان هي سامهان سونن ڏندن سان،
هوندي خالي هٿن سان هي چيري وجهندا چنبن سان،
جي جوشيلا جهنگدار اٿيا اڄ جهنگ منجهان جونجهار اُٿيا.

7

جاڳيا جهانگي جهنگ وارا هاڻ دسيندا دشمن سارا،
چڙهيا شيهن چيتن پارا گڙي ڪري ڳجگار اُٿيا،
اڄ جهنگ منجهان جونجهار اُٿيا.

# نظم9

من کو اهڙو واءُ وري،
من کو اهڙو واءُ وري،
هي چلهه اُجهائي پئي آ،
۽ جوت کو به نه آهي شماع شمَاعِ
هاڻ اونداهي آهي چو،
شعاع اڳي هت هوندو هو،
من کو اُت انسان اچي،
۽ اُن کي کو ڏيان اچي،
پوءِ هو ات کا چٽنگ دکي،
ڏکندي ڏکندي شال پري،
پرندي پرندي بيڙ کري،
من کو اهڙو واءُ وري.

**ٽيڙو 1**

مان تو روز روئان رت زار
پر ڪنهن پڇيو ناهي،
ڪنهن لئه واهين لڙڪن لار،

من کي اهڙي سوچ ڪري
هي جي ماڻهو بڪ مرن پيا،
اُن جو ان تو ڪير ڦري،

ساڙ پلين اڄ ساڙ سماج
هڪ ڏينهن اهڙو ڏسندين،
ٽيندو ڇٽ هي تنهنجو تاج،

پلبا ڪيڏن هي يار ڏهاڙا
تڙڪو تيز تتل تنهائي،
پنڌ پهڻ جو پير ٻاڙا،

مان روز لڪان تو هائيڪـــــا
ڪو ڇئي تو واهه سائين وهه،
ڪر ڪو پاڻ اڙيڪا.

سهٽا سهٽا کهڙا ماڻهو
منهنجي سنڌ سڀاڇهي جا،
موتي داڻن جهڙا ماڻهو.

ڏاڍا سهٽا لڳندا آهن
جوان جڏهن جوڙ ڪري،
ٻهراڙين ۾ هلندا آهن.

## ٽيڙو 2

ڪوڏيا قرب ڪچهرين جا
اوطاقن ۾ اچي ويهن ٿا،
ڏينهن تتي ۾ پهرن جا.

1

ساڌو ڪاٽن ساڌو پاٽن
ڌاريا کهنيا ڌوڙ برابر،
پنهنجي لوئي لڪ جي پاٽن.

2

ڏاڍي ڪنهن ڪان ڏرندا ناهن
ڪولي سپ ڪي صاف سٺو،
سچ سدائين چوندا آهن.

3

چيا چيا سمجهان ۽ پايان
چو تو ايڏو ڏک ڏسان،
۽ چو تو جاڳي جاڳي ڳايان.

4

ڪٿين نه جاڳان ڪيئن نه ڳايان
مونکي محبت منهنجو آهي،
تڏهن وينو ٽيڙو ٺاهيان.

يا منهنجا مولا! مون هن شاعر جي شاعريءَ پڙهڻ جا شروع ڪئي! لڳم سنڌو درياءَ ۾ لهرون موتي آيون آهن اکر اکر ۾ رڌم هُن جي سِٽ سِٽ ۾ سونهن پسي پانيم موتين جو مينهن پيو وَسي. منهنجي مٿان سنڌي شاعري ۾ اهڙي ئي رواني جو بادشاهه شاعر مولوي احمد ملاح ئي ٿي گذريو آهي. محمد خان مجيدي ۽ سرويچ سجاولي سچ پچو ته ڪيترائي لعل جرڪندا پيا نظر اچنم.

## نصير مرزا

شهيد مولابخش دلوائي جي شاعريءَ ۾ موسيقي ۽ سادگي پنهنجي سيني رنگن سان پرپل آهي سندس شاعريءَ جو اهو ڪمال آهي جو هن ٿر ۽ لاڙ جي پهاڪن محاورن ۽ لفظن کي هڪ جاءِ گڏ ڪري، سنڌي شاعري ۾ موسيقي، فن ۽ فڪر جي انبلت پيدا ڪئي آهي. سندس غزل، گيت، ڪافيون ۽ وائي قديم ۽ جديد شاعريءَ جو خوبصورت ميلاپ آهي.

## ذوالفقار سيال

شهيد مولابخش جي شاعري جو انداز من کي موهيندڙ آهي. سندس گيت ٻڌي سنڌي ۽ سندس نظم محمد خان مجيدي ۽ سرويچ سجاولي جون پيو سڪون لاهي. سندس شاعري فني ۽ لساني خوبين سان پرپل آهي جيڪا پڙهندڙ تي پنهنجو اثر ڇڏيندڙ آهي.

## يوسف سنڌي

زندگي جي تتل راهُن تي هلندي، جڏهن ڪا حساس دل ٿڪجي پوندي آهي تڏهن ڪنهن اجنبي ۽ اَڻ ڏٺي شاعر جو ڪو شعر اُنهن احساسن جو اظهار بڻجي ڇپن تي اچي ويندو آهي.

سُکي ساعت نٿا سنيرون، جُدا توکان جيئڻ جاني،
اوهان ڏاران اسان جي لاءِ ونجهيل ۽ ويل واويلا.

اهڙا ئي احساس مولابخش دلوائي جي شاعري جي آرسي ۾ آهن هو مونکي زندگي جو اهڙو محبوب مسافر لڳندو هو جنهن جي قدمن جا نشان ادب جي واٽ تي صدين تائين قائم رهي سگهن ٿا.

## ماڪن شاهه رضوي

ٿر ۽ لاڙ جي سرزمين ۾ علم ۽ ادب جا ڪيئي خزانا دفن آهن جن مان هي هڪ لڪل موتي مولابخش دلوائي به آهي. هن جي شاعريءَ تي لاڙ جي ڪلاسيڪل شاعرن جو رنگ نمايان نظر اچي ٿو. توڙي جو سندس شاعري جا اڪثر موضوع مذهب ۽ رومانس آهن پر هن پنهنجي ڌرتي ۽ ان جي مارووئڙن جي ڏُکن کي نظرانداز نه ڪيو آهي. مولابخش جي شاعريءَ سچ، سونهن ۽ سادگي جي گڏن سان پرپور آهي. ڪٿي ڪٿي مٿس جديد شاعريءَ جا اثر به محسوس ٿين ٿا.

## گلشن لغاري

ڳول اڙي دل ڳول

شاعري

مولابخش دلوائي



# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳَر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا.  جيـڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيـرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهـنـدڙ بـہ ٿـي سـگـهن ٿـا. بيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جــي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنــدا ۽  غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِـٽـائِيز digitize ڪـرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پـو ٻيـو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيـڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۾ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهه کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوء چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)